# سنڌ جي بمبئي کان آزادي



جي - ايم - سيد

# انتساب

هيءُ ڪتاب آءٌ سنڌ جي هوشمند، باهمت ۽ مخلص خادم ۽ پنهنجي بزرگ سياسي رهنما، محترم جناب شيخ عبدالمجيد سنڌي صاحب جي مبارڪ نالي معنون ٿو ڪريان، جنهن جي ڪوشش ۾ قربانين، جو سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ جي تحريڪ ۾ ان جي ڪاميابيءَ ۾ وڏو حصو رهيو آهي. گر قبول افتد زهي عز و شرف.

—غلام مرتضيٰ

(٢)

گذريل پنجن هزارن سالن جا آثار ۽ احوال سنڌ جي تاريخي حيثيت جي ثابتي ڏين ٿا. آمري ۽ جو دڙو، ڪوٽ ڏيجي ۽ جا آثار، موهن جي دڙي جي کوٽائي ۽ مان نڪتل شيون، ان جي گواهي ۽ جا زنده مثال آهن.

اها ڳالهه به پايي ثبوت کي پهتل آهي ته هن سرزمين جي رهاڪن جي، قديم وقت کان، هڪ جدا زبان رهندي آئي آهي، جا، دنيا جي ٻين سڀني زبانن وانگر، زماني جي تبديلي ۽ سبب ڪن لفظن جي ڦير گهير ۽ اضافي سان، بنيادي طرح ساڳي پئي رهي آهي. جيتوڻيڪ مختلف دورن ۾ ان جو رسم الخط بدلبو رهيو آهي، ته به بنيادي جوڙجڪ ساڳي رهي اٿس.

سنڌ جون جاگرافيائي حدون مختلف حڪومتن جي اثر ۽ اقتدار مطابق گهٽ وڌ پئي ٿيون آهن. ڪو وقت هو، جو موجوده بهاولپور ڊويزن، ضلعو ديرو غازي خان، ضلعو سبي، لس ٻيلو، ڪيچ مڪران، ڪڇ، جهونا ڳڙهه، ڪاٺياواڙ ۽ راجستان جي رياستن جا ڪي حصا به انهي ۽ ۾ شامل هئا. اُتان جي گهڻن ڀاڱن ۾ اڃا تائين به سنڌي زبان جا مختلف لهجا مروج آهن. انگريزن کان اڳ جي حاڪمن ٽالپرن جي دور حڪومت ۾ سنڌ جون اهي حدون وڃي رهيون، جي هاڻوڪي ۽ سنڌ جي نالي سان سڏجن ٿيون.

هتان جي رهاڪن جون رسمون ۽ رواج، روايتون ۽

ڪلچر قريباً هڪجهڙا ۽ ساڳيا رهندا آيا آهن. حب‌الوطني، غيرت، مهمانوازي، رواداري، فراخ دلي، ڪم آزاري ۽ آزاديءَ جي خواهش سنڌن روايات جا مکيه جزا ٿي رهيا آهن.

هتان جي عام ماڻهن جي ڪثرت، سواءِ ڪن عارضي دورن جي، مذهبي ڪٽرپڻي کان آجي رهي آهي. هندو، جين، ٻڌ ۽ اسلام مذهب جهڙو هن علائقي ۾ هڪٻين تي اثرانداز ٿيا آهن، اهڙو مثال دنيا جي ٻئي ڪنهن ملڪ ۾ مشڪل سان ملي سگهندو.

حب‌الوطنيءَ جو جذبو هتي‌جي اڪثر رهاڪن جي سرشت ۾ داخل ٿي ويو آهي. جيڪڏهن هتي جا رهاڪو ايران، عرب، يورپ، انڊونيشيا، هندستان وغيره ملڪن ۾ واپار يا ٻين ڪمن سانگي ٿي ويا آهن، ته سنڌن ساڻيهه جي سڪ ۽ وطن جي محبت ڪڏهن به گهٽ نه ٿي آهي: جبل جي رهاڪو جانور سَرَهه وانگر، جنهن جون اکيون ٻيءَ زمين تي رهڻ جي باوجود سدائين جبل ڏي واجهائينديون رهنديون آهن، تيئن هنن ڪي به سنڌ کان سواءِ ٻيءَ سر زمين تي سڪ ڪونه اچي.

وطن جي آزاديءَ لاءِ تڙپ به منجهانئن ڪڏهن نه نڪتي آهي. ٻين ملڪن وانگر هي ملڪ به ڪيترائي ڀيرا ڌارين حملي آورن جي قبضي ۾ ٿي آيو آهي، جن سنڌ سياسي، اقتصادي ۽ ڪلچرل آزاديءَ ۽ ترقيءَ جي راهه ۾ ٿي رڪاوٽون وڌيون آهن؛ ليڪن پهرئين موقعي ملڻ تي سنڌ جي محب وطن ماڻهن ڌارين جي چنبي مان پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي آهي.

هتي پارسي، يوناني، عرب، پٺاڻ، مغل ۽ انگريز شهنشاهن جو ڪجهه عرصي تائين تسلط ٿي رهيو آهي؛ ليڪن، باوجود انّ جي، سنڌ ملڪ، سنڌي ماڻهو ۽ سنڌ جي ڪلچر اڃا تائين سلامت آهن.

۱۸۴۳ع ۾ انگريزن جي فتح کان پوءِ، ڪجهه عرصو جدا پنهنجي اصلي حيثيت ۾ محڪوم رهڻ بعد، سنڌ کي بمبئي پرڳڻي سان ڳنڍي، ان جو زيردست بڻايو ويو. بمبئي پريزيڊنسيءَ جي انهيءَ بالادستيءَ کان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ جيڪو جدوجهد ڪيو، اهو سنڌ جي تاريخ جو هڪ سونهري باب آهي. هن ڪتابچي ۾ آءٌ سنڌ جي آزاديءَ جي انهن جدوجهد جو مختصر احوال سنڌ جي باهمت ۽ باشعور نوجوانن جي مطالعي ۽ ويچار لاءِ پيش ڪري رهيو آهيان.

---

مغل شهنشاهن جي اوج وقت سنڌ ڪڇهه وقت لاءِ سندن تابع رهي، ليڪن سندن حڪومت جي زوال بعد، هيءَ، نادر شاه جي ڏينهن ۾، پٺاڻن جي ماتحت ٿي ويئي. آن ڪان پوءِ آهستي آهستي ٿي، هوءَ آزاد ٿي — جيتوڻيڪ، سندس لاڳاپو ۽ زيردستي پٺاڻن سان پوءِ به رهندي آئي.

جڏهن انگريزن جو ذري گهٽ ساري هندستان تي قبضو ٿي ويو، ته ان وقت هنن، پنهنجي آزمايل ملڪگيريءَ جي دستور مطابق، افغانستان ۾ گهرو جنگ جو فائدو وٺي، پنهنجو ڪمانڊر سرچارلس نيپئر افغانستان تي قبضي ڪرڻ لاءِ چاڙهي موڪليو. اتان شڪست کائي جڏهين هي واپس سنڌ ۾ پهتو، ته سنڌ جي حاڪمن ٽالپرن کي بي خبر ۽ جنگ لاءِ تيار نه ڏسي — جو انهن جا انگريزن سان عهدناما هئا — هن کي عذر ۽ بهانا تراش ڪري، پنهنجي شڪست واريءَ بي عزتيءَ کي ڍڪڻ لاءِ سنڌ تي حملو ڪري، ٻارهن مهينن اندر آن تي ١٨٤٣ع ۾ قبضو ڪري ورتو. هن جنهن نڪيءَ ۽ ڏوڪيبازيءَ سان سنڌ تي قبضو ڪيو هو، ان جو ثبوت هن پاڻ لارڊ ايلنبرو، گورنر جنرل، هند، ڏي جا تار موڪلي هئي، ان مان پوي ٿو. هن کي سندس ضمير چڪ پئي هنيا؛ ان ڪري فتح بعد وائسراءِ کي تار ڪيائين ته "سنڌ فتح ڪرڻ جو گناه ڪيو اٿم." انگريزن بهرحال هن کي سنڌ جو پهريون گورنر مقرر ڪيو. سندس ايامڪاريءَ ۾، سندس زيردستن ۽ پڻ سمجهدار انگريزن طرفان، هن جي گهڻي نڪته چيني ٿي، جو ميرن سان جنگ ڪري، عهدناما ٽوڙي، انهن جو ملڪ ۽ ملڪيت هضم ڪئي هئائين. انگلنڊ جي پارليامينٽ تائين آهي مسئلا زير بحث آيا. پر جنهن صورت ۾ هن انگريزي شهنشاهيءَ ۾ اضافو ڪيو هو

ان ڪري مٿس ڪوبه قدم نه کنيو ويو. سنڌ ۾ گورنريءَ جي عرصي پوري ٿيڻ بعد، "انتظامي سهوليت خاطر"، سنڌ کي ١٨٤٧ع ۾ بمبئيءَ سان ڳنڍيو ويو، ۽ ان حيثيت ۾ ان جو پهريون ڪمشنر مسٽر پرنگل مقرر ٿيو. تاريخ ۾ اهو پهريون ڀيرو هو، جو سنڌ جي حڪومت ٻئي صوبي جي گورنر جي هٿ هيٺ رکي ويئي. اڳي مغلن جي دور ۾ سنڌ لاءِ جدا گورنر هوندا هئا، جن جو تعلق سڌو دهليءَ جي مرڪزي حڪومت سان هوندو هو.

بمبئيءَ جو شهر سنڌ کان ڪيترن سون هزار ميلن جي مفاصلي تي هو. منهنجي نظر ۾ انگريزن جي اهڙي قدم کڻڻ جا هيٺيان ڪارڻ هئا:

(١) جن آفيسرن سرچارلس نيپئر جي خامين ۽ گناهن جي اپٽار ڪئي هئي، اهي بمبئي سرڪار سان تعلق رکندڙ هئا. اهڙيءَ اپٽار ۾ سنڌ ظاهري راستگوئيءَ کان علاوه بمبئي سرڪار جي ملڪي هوس کي به ڪافي دخل هو. عهدن جو واڌارو ۽ پيدائش ۽ ايراضيءَ جو واڌارو ان جا مکيه ڪارڻ هئا.

(٢) ٻيو سبب اهو هو، جو کين خوف هو ته افغانستان وانگر سنڌ تي سندن قبضو گهڻو وقت شايد جٽاءُ ڪري نه سگهي. افغانستان کي انگريزن اُٿرائي ڪري فتح ڪيو هو، جتان کين ٿوري وقت بعد شڪست کائي پاڇو نڪرڻو پيو هو. گهٽ انگريزن کي سنڌ جي غيرتمند بلوچ ۽ سمات قومن جي حب الوطنيءَ جي جذبي کان ڊپ ويٺل هو ته هو به پٺاڻن وانگر بغاوت ڪري جلد ملڪ کي آزاد ڪرائي ڇڏيندا. ٻئي پاسي سنڌ جي جاگيردارن، قومي سردارن، زميندارن ۽ پيرن جي ظاهري شان شوڪت، نوڪرن جي اڻالي، وڏن پڳڙن ۽ شلوارن، ۽ قبيلن ۾ سندن مڃوتيءَ انگريز آفيسرن تي اهو اثر ويهاري ڇڏيو هو ته عوام کان علاوه سنڌ جا هي امير، وڏيرا ۽ پير به گهڻو وقت اها غلاميءَ واري زندگي برداشت

ڪري نه سگهندا، ۽ جلد ئي سنڌ آزاد ڪري پنهنجي هن عارضي شڪست جو بدلو چڪائيندا، جنهن مان انگريزن کي بدناميءَ ۽ نقصان کان سواءِ ٻيو ڪجهه به پلئي ڪونه پوندو. ليڪن جڏهن سنڌ فتح ڪرڻ بعد سرچارلس نيپئر حيدرآباد ۾ دربار ڪوٺائي، ان ۾ مٿئين طبقي جي هن ماڻهن کي سندن جاگيرن ۽ زمينن موٽائي ڏيڻ ۽ انعامن ۽ خلعتن ڏيڻ جو اعلان ڪيو، بشرطيڪ هو انگريزن جي بيعت ڪن، ته توقع جي خلاف انهيءَ طبقي جي ماڻهن جو، جي اڃا ڪالهوڪي ڪالهه ميرن جا نمڪخوار ٿي رهيا هئا، حيدرآباد ۾ ايترو هجوم اچي گڏ ٿيو، جو پهريائين ته انگريز عملدارن تي خوف ويهي ويو ته متان اوچتو بغاوت ڪري وري شهر تي قبضو ڪري وٺن، ۽ انهيءَ خوف ۾ هنن پنهنجي ۽ شهر جي بچاءَ لاءِ رستي تي انگريزي سولجرن جو ايڏو تعداد بيهاري ڇڏيو، جو گرميءَ جي شدت ڪري انهن مان ڪيئي سؤ بيمار ٿي مري ويا ـــ ليڪن بغاوت يا جهڳڙو ڪوبه ڪونه ٿيو، ۽ بمصداق "چون دم برداشتي، ماده بر آمد" وارو حال ٿيو. انهن اميرن، پيرن ۽ وڏيرن مان هرهڪ ڌارين جي غلاميءَ جو طوق ڳچيءَ ۾ وجهڻ لاءِ ٻئي کان اڳرائي ڪري رهيو هو، ۽ سواءِ ڪن مخصوص خاندانن جي، جن مان اسان جو خاندان به هڪ هو، ٻيءَ سيني پنهنجن نون حاڪمن جي بيعت ڪئي. پنهنجي ڪل، پنهنجي ملڪيت ۽ پنهنجي وڏ ماڻهپ کي بچائڻ لاءِ انگريز حاڪمن جي هن بيعت ۾ هتان جا جاگيردار، زميندار، وڏا پير سڀ شامل هئا. هو ان وقت خود مطلبيءَ، باهمي عناد ۽ دشمنيءَ، عياشيءَ ۽ تن پروريءَ ڪري اهڙا بزدل ۽ بي همت ٿي ويا هئا، جو هنن طرفان نه فقط چون چرا ڪانه ٿي، بلڪ هنن پنهنجي پنهنجي پڳڙ بچائڻ جو سولو رستو ئي اِن ۾ ڏٺو ته ڌارين حاڪمن جي ڪنجڪ جهلي بيهن ۽ ان جي ڇانوَ ۾ پنهنجي وڏيرپ، پيري ۽ سرداري قائم رکن. جنهن ڳالهه

انگريزي حڪومت تي اهو اثر وڌاري ڇڏيو ته جيڪڏهن انهيءَ ڪلاس کي ڪجهه لالچائي ۽ ڪجهه هيسائي تابع رکيو ايندا، ته ملڪ ۾ بغاوت ٿيڻ جو امڪان نه هوندو. ان ڪري، بي پرواهه ٿي، هنن سنڌ کي بمبئي کاتي سان ملائي ڇڏڻ ۾ ڪابه حرڪت نه ڏٺي.

(٣) مير صاحبن پنهنجي آخري دور ۾ شڪارگاهن ۽ عياشيءَ ۾ ڏينهن گذارڻ وڌيڪ پسند ٿي ڪيو، جنهنڪري ملڪي زراعت ۾ واڌارو ٿي نه سگهيو هو، ۽ آمدني گهٽ ٿي ويئي هئي. ان کان علاوه، انگريزن سياسي مصلحت خاطر جڏهن جاگيرون بحال ڪيون، ته زمين جو چڱو حصو سڌي سرڪاري قبضي مان نڪري ويو. هوڏانهن وڏين زميندارين جي موجودگيءَ ۾ انگريزن سمجهيو ته واهن جي کوٽائيءَ ۽ سڌاري جو ڪم زميندار پاڻيهي ڪندا، پر انهن جي ڪثرت يه عياش ۽ آسائش پسند هئڻ ڪري ان طرف توجهه ڏيڻ کان قاصر رهي. سنڌن نفعي لاءِ سرڪار خرچ ڪري، واهه کوٽائي، وڌيڪ آبادي ڪرائڻ ضروري نه ٿي سمجهيو. ان ڪري سنڌ مان گهٽيءَ اپت جي امڪانن کي محدود ظاهر ڪري ۽ جدا صوبي جو خرچ برداشت ڪرڻ نقصانڪار ڄاڻائي، ان کي بمبئي کاتي سان گنڍي ڇڏڻ ۾ خرچ جي بچت ۽ ڪفايت جو اعلان ڪيو ويو.

بهرحال، بمبئي جي دور دراز پنڌ تي هئڻ ڪري، آمدرفت، خط وڪتابت ۽ انتظامي نظرداريءَ جي دشوارين، نون انگريز حاڪمن کي ٿوري وقت اندر مجبور ڪيو ته ١٨٦٨ع ڌاري "سنڌ ائڪٽ" پاس ڪري، بمبئي گورنر جي گهڻن اختيارن کي سنڌ جي ڪمشنر جي سپرد ڪري ڇڏين. ان ڪري سنڌ قانوني ۽ مالي طرح سان بمبئي کاتي سان جڪڙيل هجڻ سان گڏ، انتظامي طرح نيم آزاد هئي، جنهن نيم آزاديءَ جي پيانڪ صورت هيءَ هئي، جو سنڌ جي ڪمشنر جا اختيار بمبئي کاتي

جي ڪمشنرن کان وڌيڪ هڪ مطلق العنان حاڪم جهڙا رهڻ لڳا. نتيجي طور هي ملڪ وڏن آفيسرن لاءِ شڪارگاهه ۽ ٻنين لاءِ چراگاهه ٿي ڪم اچڻ لڳو.

هن صورتحال ۾ انگريزي عملدارن جي سنڌ بنسبت پاليسي اها رهي ته جاگيردارن، زميندارن، پيرن ۽ قومي سردارن کي رعايتون ۽ مدد ڏيئي، پنهنجو مطيع رکندا اچن، جي وري، عملدارن جي مدد سان، غريب عوام کي ڪمزور بڻائي پنهنجو محتاج رکڻ لڳا.

سنڌ ۽ سنڌ جي عوام جي هن اٻتيءَ مجبوريءَ جو نتيجو اهو نڪتو، جو عوام ويا روزبروز مسڪين، ڪمزور ۽ محتاج بڻبا، ۽ سرڪار پرست ٽوڏي خاندان ويا ملڪيتون گڏ ڪندا ۽ زور وٺندا. انهن جي معتبريءَ جو سارو دارومدار ڪامورن تي هو، جي انگريزن جي سامراجي پاليسيءَ بمبئي پريزيڊنسيءَ جي ڏورانهين ۽ ڊارئين انتظامي چار ۽ مطلق العنان ڪمشنر جي آپيشاهيءَ جا اوزار ٿي پئي هليا، ۽ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ۽ پنهنجي پنهنجي اختيار جي دائري ۾ ڏهڪاءَ ۽ ڦرلٽ جا نادر بڻيا. ماڻهن جا ساهه مٺ ۾ جهليون ويٺا ٿي رهيا. ملڪ ۾ رشوت، رسائيءَ ۽ لاڀي جو دستور عام جام ٿي ويو. ڪاٺي جا وڏا عملدار سال ۾ هفتو ڏيڍ مس سنڌ جي گشت تي ايندا هئا ۽ شڪار ڪري ۽ شراب ڪباب کائي پي، پنهنجن نائبن ۽ دوستن کي ڏکو رسو ڏيئو هليا ويندا هئا. ائين سنڌ جي رستن، واهن، تعليم، انصاف ۽ صحت جي حالت زبون ٿيندي رهي.

سنڌ کي هڪ ڪراچيءَ جو بندرگاهه هو، پر ان کي باوجود ان جي، جو اهو بمبئي کان ولايت کي ويجهو هو، وڏائي ۽ سڌاري درست تني ڪيو ويو. بندرگاهه جي تعمير ۽ ترقيءَ جو ٿورو خرچ بمبئيءَ جي نذر ٿيندو رهيو. ان وقت ملڪ جون ڪهڙيون حالتون هيون، ان بابت مسٽر پيرومل مهرچند جي لکيل ڪتاب ”سنڌ جي هندن جي تاريخ“ مان

ورتل هيٺين حوالي مان خبر پئجي سگهندي —

"بمبئيءَ کان ڪراچيءَ تائين ٽپال جيءَ سهوليت لاءِ هڪ ننڍو جهاز اچ وڃ ڪندو هو، جنهن ۾ ٿورا مسافر چاڙهيندا هئا. ان وقت ڪراچيءَ ۾ ڪاليج اڃا ڪونه کليو هو. تنهنڪري هاءِ اسڪول جي تعليم کان پوءِ شاگرد مئٽرڪ امتحان ڏيڻ لاءِ بمبئيءَ ويندا هئا. پهريان سنڌي شاگرد، جن کي استادن همٿائي بمبئيءَ ۾ مئٽرڪ امتحان ڏيڻ لاءِ موڪليو هو، سي هيٺيان هئا:

(١) ديوان نولراءِ شوقيرام، (٢) ديوان ڏيارام ڄيٺمل، (٣) ديوان ڪوڙومل چندن مل کلناڻي، ۽ (٤) مسٽر چوهڙمل ڪندن مل پنجابي.

"انهن مان فقط مسٽر چوهڙمل پنجابي مئٽرڪ ۾ پاس ٿيو. ٻين ٽن ڄڻن پهر بمبئيءَ وڃي امتحان ڏيڻ جي همت نه ساري، جو ننڍي جهاز جي لوڏن ۽ ڌوڏن اهڙو ته بيزار ۽ تنگ ڪيو هون، جو وري بمبئيءَ وڃڻ کان پاڻ پري ڇڏيائون. هو مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان سواءِ وڃي نوڪريءَ کي لڳا! نهيءَ بعد سيٺ آلومل ٽيڪمداس پوڇوائي هو، جو سينو ساهي، کنهن ڏنگيءَ ۾ چڙهي، بمبئيءَ لاءِ روانو ٿيو، ۽ ١٥-١٦ ڏينهن جي سامونڊي سفر بعد بمبئيءَ پهتو.

"خشڪيءَ رستي به سفر نهايت اٿانگو هو. ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين ريل ١٨٦١ع ۾ جاري ٿي. ان کان اڳ ماڻهو اٺن جي قافلن ذريعي ڪوٽڙيءَ پهچندا هئا. بمبئي وڃڻ لاءِ ڪوٽڙيءَ کان ملتان تائين آگبوٽ رستي وڃڻو پيو ٿي. ملتان کان لاهور ۽ لاهور کان دهليءَ تائين وري ريلوي رستو هو. انهيءَ وقت 'بمبئي بڙودا سينٽرل انڊيا ريلوي' وجود

۾ آئي هئي، پر اڳ گاڏيون فقط بمبئي کان احمدآباد تائين هلنديون هيون. سو دهليءَ کان بمبئي وڃڻ لاءِ مسافرن کي ڇڪڙن ۾ چڙهي، جيپور، اجمير، پالنپور وغيره جون منزلون پوريون ڪري، احمدآباد پهچڻو پوندو هو، جتان وري ريل جي مسافري شروع ٿيندي هئي. اهڙيءَ طرح وڏو شاهي چڪر ۽ اٿانگو سفر ڪرڻو ٿي پيو. ديوان ڏيارام گدومل جي جيون چرتر مان معلوم ٿو ٿئي ته هو صاحب سنه ۱۸۷۴ع ۾ مئٽرڪ امتحان ڏيڻ لاءِ مٿئين ذڪر ڪيل خشڪيءَ رستي بمبئي ويو هو، جنهن سفر جي طئي ڪرڻ ۾ چار مهينا لڳا هئس.

”بمبئي يونيورسٽي ۱۸۵۷ع ۾ قائم ٿي هئي. ڪراچيءَ ۾ پهريون سنڌ ڪاليج ۱۸۸۷ع ۾ برپا ٿيو. ان کان اڳ سڀ شاگرد بمبئيءَ ڪاليجن ۾ پڙهڻ لاءِ ويندا هئا، جنهن ٽيهن سالن جي عرصي ۾ بمبئيءَ مان صرف ۱۵ يا ۱۶ سنڌي شاگرد گرئجوئيٽ ٿي آيا هئا. سراسري ٻن سالن ۾ هڪ گرئجوئيٽ پاس ٿي ٿيو. پرائمري تعليم لاءِ به سنڌ ۾ ٿورا اسڪول هوندا هئا. گهڻو ڪري ڇوڪرا اکوڻن ملان اسڪولن ۾ تعليم وٺندا هئا.

”ملڪ ۾ پوليس کاتي جو وڏو آزار هوندو هو. سال بسال بدمعاشن جون لسٽون پوليس طرفان ٺهنديون هيون، جن ۾ اڪثري انهن چڱن مڙسن کي رجوع ڪيو ويندو هو، جي پوليس جي ٻٽ ٻيگر ۾ ڪوتاهي ڪندا هئا يا خوددار هوندا هئا، يا انهن غريبن کي رجوع ڪيو ويندو هو، جي پوليس جي دلال زميندار جي سڏ تي نه ايندا هئا يا سندن ناجائز نازبرداريون برداشت نه ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح ڳوٺن

۾ رهاڪو ڪنهن به ماڻهوءَ کي جريت ڪانه ٿيندي هئي، جو پوليس جي جمعدار جي حڪم جي انحرافي ڪري، چوري ٿيڻ وقت عام ماڻهن کي ٿاڻي تي گهرائي، حياسوز ۽ عذاب‌آور سزائون ڏنيون وينديون هيون. شڪي ماڻهن جي زالن کي ٿاڻن تي گهرائي عام ماڻهن اڳيان انهن جي بي حرمتي ڪئي ويندي هئي.

”رسائي، لاپو، چيٽرهه، بيگر عام هئا. جيتوڻيڪ آفيسرن ۽ عملدارن جي ملڪ ۾ گشت تي نڪرڻ جو مقصد عام ماڻهن جي فرياد سڻي داد ڪرڻ لاءِ هو، پر حالتون ان جي برعڪس هونديون هيون. اٿلو اهي گشت غريب ۽ مسڪين ماڻهن لاءِ وڏي مصيبت ۽ ڪشٽ جا ڪارڻ بڻبا هئا. آفيسر گشت تي نڪرندا هئا، ته پٽيوالا، خانساما، بٽلر اڳيئي منزلگاهه تي وڃي ڪڙڪندا هئا. بيگر شروع ٿي ويندي هئي. اهي ماڻهن کي ڏاڙهيءَ کان وٺي تنبو هڻائيندا هئا. نائڪ حڪم ڪندو هو ته صاحب بهادر لاءِ هي هي شيون گهربل هيون. دنبا، ٻڪرا، بيضا، کير، مکڻ، شراب، گاهه، ڪاٺيون وغيره سڀ اڳ گڏ ٿينديون هيون. مختيارڪار، هيڊ منشي، تپيدار يا پيو جيڪو خدمت ۾ هوندو، تنهن کي همت نه ٿيندي هئي، جو ٻاڦ ٻاهر ڪڍي سگهي. رسائيءَ ۾ ڪا اوڻائي ۽ گهٽتائي ٿي، ته نائڪ ۽ بٽلر منهن تي منهن چاڙهي ويهندا هئا — نڪو تنبو کوڙائيندا هئا ۽ نڪو چاءِ وغيره تيار ڪندا هئا، ڪاڏو ته ڪاڏي جي ماڪ رهبو. صاحب بهادر سواري ڪري منزل تي پهچڻ بعد ڪجهه به تيار ٿيل نه ڏسي، سبب پڇندو هو، ته هي وٺي دانهون ڪري، زيردستن خلاف ڪي جو ڪي چٽي ويهندا هئا. بس صاحب تپي باهه ٿي ويندو هو. ڪامورن ۽ زميندارن

تي گارين ۽ لعنتن جو ڦهڪو پوڻ شروع ٿي ويندو هو. مطلب ته ڪامورا ۽ زميندار مصيبت ۾ اچي ويندا هئا. تنهنڪري ڪامورا ۽ زميندار صاحبن جي نائڪن ۽ ٻٽلرن جي هر طرح جي پورائي ڪندا هئا. هنن جو کيسو ٻه، گرم ڪري ڇڏيندا هئا، ته پل ڪتن جي وات ۾ هڏو پيو هجي. ڪن نائڪن ۽ ٻٽلرن بابت ٻڌڻ ۾ ايندو هو ته هو تيسين تائين تنبوءَ جو ڪلو ئي نه هٽائيندا هئا، جيسين تائين کين مقرر رقم نه ملندي هئي.

"رسائي ڪرڻ ذريعي زميندار ته ڇٽي ويندا هئا، ليڪن ويچارا غريب مسڪين ڳوٺاڻا بيگر ۾ پيا پيڙبا هئا. گشت جي وقت صاحب جي منشين ۽ ڪلارڪن جي ساڃي لڳي ويندي هئي. روزانو ٻڪر پيا ڪسندا هئا. شراب جون ٻوتلون ۽ ڪيرن جا دلا اچي گڏ ٿيندا هئا. نهايت بي درديءَ سان خرچ ڪيو ويندو هو. سڄو بوجو رسائي فند تي پوندو هو، جو زميندارن مان وصول ٿيندو هو. زميندار پئسا ڏيئي جند ڇڏائيندا هئا، پر غريبن سان جنسي ويل هوندو هو. کين بيگر ۾ ٻه وهٽو پوندو هو، ۽ ڪير، بيضا، ڪنولا، گاهه، ڪاٺيون ۽ پڇاڳڙيون پونديون هيون. گشت وقت اڪثر اها حالت ٿيندي هئي، جو ڳوٺائن جي ٻارن کي کير به نصيب نه ٿيندو هو، جي روئي سمهي پوندا هئا. ڳوٺاڻا ڪتون پٽيوالن جي حوالي ڪري پاڻ پٽ تي سمهندا هئا.

"رشوت جو آزار جام هوندو هو. ٻاٽهن جو ڪوبه ڪم ڪلارڪن ۽ ننڍن عملدارن جي هٿ ڪوشي ڪرڻ کان سواءِ نه ٿيندو هو. ان جو مکيه ڪارڻ اهو هوندو هو ته ڪاتي جي گاديءَ جو هنڌ پري هئڻ ڪري سمورو ڪم عملدارن جي هٿ ۾ هوندو هو."

ون يونٽ ۾ ورتل سنڌ ۾ هن وقت به قريباً حالتون ساڳيون آهن. البت ان وقت جي ۽ هن وقت جي عملدارن جي وچ ۾ تفاوت هي آهي ته خود انگريز عملدار اڪثري بي رشوتي، انصاف پسند، ڪشاده دل، ۽ فضيلت وارا هوندا هئا، ليڪن حڪومت ۽ نسلي امتياز جي نشي ڪري زودرنج، خر دماغ، پرمتڙيا هوندا هئا. ملڪي حالتن کان غير واقف هئڻ ڪري، زيردستن جي هٿن ۾ پتلي وانگر نچندا هئا.

هن وقت جا وڏا عملدار اڪثري رشوتي، پارٽي بازيءَ جو شڪار، سفلہ مزاج، عياش ۽ خود پسند آهن؛ پر منجهائين گهڻا ملڪي حالتن کان اهڙا اڻ ڄاڻ نه آهن، جو هيٺين جي هٿ ۾ پتلا ٿيو نچن، جنهنڪري هيٺين لاءِ هنن کي راضي رکڻ وڏيڪ مشڪل ٿي ٿو.

بمبئيءَ سان سنڌ جي گڏ هئڻ ۽ هاڻي ون يونٽ ۾ هجڻ وقت عملدارن جا اختيار گهڻو ڪري ساڳيا آهن.

انهن ڏينهن ۾ رستن جي حالت نهايت خراب هوندي هئي، جن جي مرامت عملدارن جي وقت بيگرن ذريعي ڪرائي ويندي هئي. عملدار گهوڙن ۽ اٺن تي سواري ڪندا هئا. گهڻن ڳوٺن ۾ بنگلي نه هئڻ ڪري، هنن جي رهڻ لاءِ تنبو هڻايا ويندا هئا. آباديءَ لاءِ واهہ گهٽ هوندا هئا، جن جي کاٽيءَ لاءِ بعضي زميندارن کان ڇيڙهون ورتيون وينديون هيون.

غريب چوپائي مال جي چوري، ٻاهمي جهڳڙن جي نيري، حفاظت ۽ پيسي ڏوڪڙ جي مدد لاءِ اڪثري زميندار جو دست نگر رهندو هو.

انگريزي حڪومت جي پاليسي اها هوندي هئي ته خوددار ۽ صاحب همت زميندارن ۽ خاندانن کي هيسائي، پنهنجن چاڙتن ۽ "جي حضور" زميندارن جي، زمينن ۽ لقبن ڏيڻ سان، مدد ۽ همت افزائي ڪندا هئا. انهيءَ سلسلي ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڪيترن خوددار ۽ باعزت زميندارن کي تڪليفون به

ڏسٽيون پونديون هيون. مثلاً، انهيءَ ڏس ۾ سردار امام بخش خان جتوئيءَ، شڪارپور طرف جي الف خان پٺاڻ، ۽ مخدوم محمد زمان هالن واري، پير حزب الله شاهه پاڳاري ۽ منهنجي والد سيد محمد شاهه سنائيءَ کي ڪيترين ئي تڪليفن کي منهن ڏيڻو پيو.

مطلب ته هڪ خاص منظم طريقي سان، ڪمشنرن ۽ ڪليڪٽرن جي درٻارين ذريعي، لقب بردارن ۽ ڪرسي نشينن جو هڪ غلام ذهنيت وارو طبقو پيدا ڪيو ويو، جن ۾ قومي غيرت، خودداريءَ ۽ حب الوطنيءَ جو جذبو ختم ٿي ويو. ڪامورن جي خوشامد، دلالي ۽ جي حضوري سندن پيشو بنجي ويو. عملدارن کي شڪار ڪرائڻ، رسايون ڪرڻ، دعوتون ڏيڻ، هڪٻين تي چغليون هڻڻ، ۽ پوليس جي ڪيسن ۾ شاهديون ڏيڻ، سندن خاص مشغلا هوندا هئا. جيڪڏهن ڪنهن کي دربار جي ڪرسيءَ، لونگيءَ ۽ تلوار جو انعام، آفرين نامو، لقب يا ماجسٽريٽي حاصل ٿي، ته سمجهندا هئا ته ڪين آخرت جو توشو نصيب ٿيو.

پڙهندڙن کي ان ڳالهه تي تعجب نه ٿيڻ گهرجي ته جڏهن اڪيلي هلي چند مخلص قومي ڪارڪنن ۽ عوام جي مدد سان سنڌ بمبئيءَ کان آزاد ٿي، ۽ ويهن سالن تائين جدا صوبي جي حقن ماڻڻ بعد، اهو پنهنجو حق وري آن وڃايو ۽ ون يونٽ ۾ آئي، ته انهيءَ تي جن ڪثير تعداد عيوضين ووٽ ڪيو، اهي ماڻهو انگريزن جي پيدا ڪيل انهيءَ بي غيرت ۽ بزدل طبقي جي گروهه مان هئا. سنڌ جي خوددار قومي ڪارڪنن يا عوام جو ان ڳالهه ۾ هٿ نه هو.

بمبئي پريزيڊنسيءَ جي ماتحتيءَ ۾، مٿي ذڪر ڪيل حالتن هيٺ، سنڌ جا ماڻهو ١٨٤٧ع کان ١٩٠٨ع تائين انگريزن ۽ ديسي ڏارين جي اڪثريت جي تسلط هيٺ رهندا آيا.

جڏهن ١٩٠٩ع ۾ منٽو مارلي سڌارن بعد سنڌ جي چئن نمايندن کي بمبئي ڪائونسل ۾ چونڊجڻ جو حق مليو، ته خوش-قسمتيءَ سان انهن مان ٻه ميمبر اهڙا چونڊجي ويا، جي قومي ڪارڪن ۽ خوددار هئا، جن مان هڪڙو سنڌ جو ناميارو وڪيل سيٺ هرچندراء وشنداس ۽ ٻيو رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي هو. ٻيئي ڪانگريس جا ميمبر ۽ آزاد خيال ماڻهو هئا.

انهن، بمبئي ڪائونسل ۾ وڃڻ شرط، بمبئيءَ جي قومي ڪارڪنن، سر فيروز شاه ميهتا جي گروهه، سان گڏجي، ملڪ جي عام مسئلن ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي، جن مان سنڌ بابت هيٺيان مکيه مسئلا هئا:

(١) عملدارن جي رسائي، لاپي ۽ رشوت جي آزار گهٽائڻ لاء، ڀرڳڙي صاحب، بمبئي ڪائونسل ۾ تجويز ڏني، ان مسئلي تي جانچ ڪري، رپورٽ ڪرڻ لاء، هڪ ڪميٽي مقرر ڪرائي.

(٢) رستن ٺهرائڻ، واهن سڌارڻ، مال جي چوري گهٽائڻ وغيره سوالن کي ڪائونسل ۾ تقريرن ذريعي سرڪار جي ڌيان تي آڻڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي.

(٣) مسلمانن ۾ تعليم جي گهٽتائيءَ کي محسوس ڪندي، ڪائونسل ۾ "مسلم سيپس بل" کي ڀرڳڙي صاحب پيش ڪيو، جنهن کي سرڪار عام راء معلوم ڪرڻ واسطي، ڇاپي، عام جي اطلاع لاء پڌرو ڪيو. ان بنسبت چوڻ ۾ اچي ٿو ته آخر سرڪاري عملدارن ذريعي لاڙڪاڻي جي

چند زميندارن طرفان مخالفت ٿيڻ جي عذر تي، ان ڏانهن ڪائونسل وڏيڪ توجهہ نہ ڏنو.

بهرحال اهڙي قسم جي ٺهرائن ۽ تقريرن جو نہ بمبئي سرڪار تي اثر پيو، نہ بمبئي ڪائونسل جا پيا ميمبر انهن مسئلن کي سمجهي سگهيا، ڇاڪاڻ تہ بمبئي کاتي جون سنڌ کان حالتون ٻي علحده هيون. هتي بارش تي آبادي ٿيندڙ هئي. سنڌ ۾، بارش جي گهٽتائيءَ ڪري، اڪثر آبادي سنڌو دريا جي ڪچن واهن تي ٿيندي هئي. وڏا عملدار سنڌ کان هزار ميل پري هئڻ ڪري سال ۾ صرف هڪ ڀيرو هفتي ڏيڍ لاءِ ايندا هئا، باقي سمورو وقت سنڌ مان پنهنجن زيردستن وٽان پهتل رپورٽن تي مدار رکندا هئا، جن کان هميشه اهي رپورٽون وٺي ويندڙ هيون تہ هتي نڙيئي سک هو، ماڻهن کي ڪابہ تڪليف ڪانہ هئي، ۽ ماڻهو موجوده حالتن تي راضي هئا.

اهڙين حالتن کان مجبور ٿي، سيٺ هرچندراءِ وشنداس، ڊسمبر ١٩١٣ع جي آل انڊيا ڪانگريس جي ساليانہ اجلاس، منعقده ڪراچي، جي موقعي تي، استقباليہ چيئرمن جي حيثيت ۾، پنهنجي صدارتي خطبي ۾، سنڌ جي جدا خصوصيتن ۽ مسئلن جو ذڪر ڪندي، ڪمشنر سنڌ جي خاص اختيارن سبب آفيسرن جي، بي واجبي هلت ۽ دٻاءَ جو بيان ڪري، سنڌ جي تڪليفن جي دور ٿيڻ جو واحد علاج ان جي بمبئي پريزيڊنسيءَ کان علحدگيءَ ۽ ان جي پنهنجي سر هڪ جدا صوبي جي بنجڻ ۾ ٻڌايو. پنهنجي ان تاريخي خطبي ۾ سيٺ هرچندراءِ وشنداس سنڌ جي پوئتي پوڻ جو واحد ڪارڻ بمبئي سان ان جي الحاق کي ڄاڻايو.

١٩١٤ع ۾ پهرين مهاڀاري لڙائي شروع ٿي، جنهن ۾ جرمن، آسٽريا ۽ ترڪي هڪ طرف ٿيا ۽ انگلنڊ، فرانس، روس ۽ بعد ۾ آمريڪا ٻئي طرف ٿيا. ان کان ٿورو اڳ هندستان ۾ آزادي حاصل ڪرڻ جي تحريڪ شروع ٿي ويل هئي،

جنهن ۾ لوڪمانيه تلڪ، لالا لجپت راءِ ۽ ٻيا هندن مان، ۽ مولانا محمود الحسن ديو بندي ۽ سندس شاگرد ۽ مولانا شوڪت علي، محمد علي، مولانا ابوالڪلام آزاد، مولانا ظفر علي ۽ ٻيا مسلمانن مان ڪم ڪري رهيا هئا. سنڌ به ان اثر کان بچي نه سگهي. مولانا عبيدالله سنڌي، مولانا محمد صادق کڏي وارو ۽ مولانا تاج محمد امروٽي انقلابي ڪارڪنن جا اڳواڻ ٿي ڪم ڪرڻ لڳا، ته سيٺ هرچندراءِ وشنداس ۽ رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي آئيني طرح آزادي حاصل ڪرڻ واري گروهه جا ليڊر هئا.

اهڙيءَ طرح، ٿوري ئي وقت ۾، سنڌ جي مکيه شهرن، ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر ۾ مخلص ڪارڪنن جو چڱو گروهه پيدا ٿي پيو. ڪراچيءَ جي ڪارڪنن مان مکيه سيٺ غلام علي چاگلا، سيٺ يوسف علي علوي، سيٺ غلام حسين قاسم، مير ايوب خان، سيٺ حاجي عبدالله هارون، ديوان ٽهلرام کيمچند، ديوان شيوارام ڏيون مل، مسٽر جمشيد نسروانجي ميهتا، ۽ مسٽر تاراڻداس بيچر هئا. حيدرآباد جي ڪارڪنن ۾ مسٽر چيٺمل پرسرام، آچاريه ڪرپالاڻي، مسٽر جيرامداس دولترام، شيخ عبدالمجيد سنڌي، ديوان سنتداس منگهارام، مسٽر عبدالرحمان، مسٽر عبدالجبار، ڊاڪٽر چوٿرام گدواڻي ۽ مسٽر محمد حافظ بئريسٽر شامل هئا. سکر مان مهاشيه ويرومل بيگراج جو نالو خاص ذڪر ڪرڻ جي لائق آهي.

جيڪڏهن ڇتائي ڏسبو، ته سنڌ جي جداگانه هستيءَ جو احساس ١٩٠٨ع کان شروع ٿي ٿو، جڏهن سکر ۾ ”سنڌ پراونشل ڪانفرنس“ سيٺ هرچندراءِ وشنداس جي صدارت هيٺ ڪئي ٿي هئي. اها جماعت ڪانگريس جي شاخ هئي. ان ڪانفرنس ۾ آل انڊيا سياسي مسئلن سان گڏ سنڌ جي خاص مسئلن تي به غور ڪيو ويو. ان کان پوءِ ١٩٢٠ع تائين اهڙيون ڪانفرنسون هيٺينءَ طرح ڪيون ٿينديون آيون:

١٩٠٩ع ۾ "ٻي سنڌ پراونشل ڪانفرنس" حيدرآباد شهر ۾، ديوان همت سنگهه گڇا سنگهه جي صدارت هيٺ ڪئي ٿي. ان جي مرحبا ڪميٽيءَ جو چيئرمن ديوان بهادر هيرانند کيمسنگهه هو.

١٩١٦ع ۾، "ٽين سنڌ پراونشل ڪانفرنس" لاڙڪاڻي شهر ۾ رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ جي صدارت هيٺ ڪئي ٿي. ان جي مرحبا ڪميٽيءَ جو چيئرمن ديوان لالچند نولراءِ هو.

١٩١٧ع ۾ "چوٿين سنڌ پراونشل ڪانفرنس" شڪارپور جي شهر ۾ ديوان هيرانند کيمسنگهه جي صدارت هيٺ ڪئي ٿي. ان جي مرحبا ڪميٽيءَ جو چيئرمن ديوان مرليڌر پنجابي هو.

١٩١٨ع ۾ پنجين ڪانفرنس ڪراچيءَ ۾ ديوان مرليڌر جي صدارت هيٺ ڪئي ٿي. ان جي مرحبا ڪميٽيءَ جوچيئرمن سيٺ هرچندراءِ وشنداس هو.

١٩١٩ع ۾ ڇهين ڪانفرنس جيڪب آباد ۾ مسٽر جمشيد نسروانجي ميهتا جي صدارت هيٺ ڪئي ٿي. ان جي مرحبا ڪميٽيءَ جو چيئرمن راءِ صاحب آسرداس هو.

١٩٢٠ع ۾ ستين ڪانفرنس وري سکر ۾ سيٺ حاجي عبدالله هارون جي صدارت هيٺ ڪئي ٿي. ان جي مرحبا ڪميٽيءَ جو چيئرمن مهاشي ويرومل بيگراج هو.

انهن ڪانفرنسن ۾ هندو مسلمان شريڪ ٿيندا هئا. انهن ۾، هندستان جي سياسي مسئلن سان گڏ، سنڌ جي خاص مسئلن جو ذڪر به ڪيو ويندو هو، ۽ ٺهراءَ پاس ٿيندا هئا.

هنن سيني ڪانفرنسن ۾ ذيل صدارتي خطبن ۾

ٺهرائن جو احوال هٿ اچي نه سگهيو آهي* .
ليڪن پوئين سکر واري ڪانفرنس ۾ حاجي عبدالله
هارون جي خطبي جا چند ٽڪرا مثال لاءِ هيٺ ڏجن
ٿا، جن مان انهن ڪانفرنسن جي ڪارگذارين جو
مختصر احوال معلوم ٿي سگهي ٿو:
”اوهان مون کي هن مجلس جو صدر چونڊي،
منهنجي عزت افزائي ڪئي آهي.....
”مادر وطن جي گذريل شان شوڪت کي ڏسي،
ان جي روشن مستقبل لاءِ ڪوشش ڪرڻ هرهڪ
هندستانيءَ جو فرض آهي....
”ملڪ جي آزاديءَ لاءِ ڪانگريس جي ڪوشش
تعريف جي لائق آهي....
”اسان هندن ۽ مسلمانن کي هاڻ متفق ٿي، ملڪ
جي آزاديءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ گهرجي....
”منهنجو مذهب مون کي جمهوريت جو سبق
سيکاري ٿو....
”ماڻٽيگو چيمسفورڊ ناليءَ سان نوان مليل سڌارا
ماڻهن جي اميدن کان گهٽ آهن....
”پنجاب ۾ ٿيل جليانوالا ڪوس جي يادگار ۾
قومي هفتي ملهائڻ لاءِ حاضرين کي اپيل ڪريان ٿو....
”خلافت جي مسئلي جو ذڪر ڪندي، خوشيءَ
جو اظهار ڪيائين ته ان ڪري هندو مسلمان متحد
ٿي ويا آهن....

---

* سنڌ مان ڪنهن بزرگ وٽ سنڌ جي سياسي جدوجهد جي هنن اهم شروعاتي ڪانفرنسن جي ڪارگذارين جو ٿورو گهڻو جو ڪجهه رڪارڊ موجود هجي، ته اها سنڌ جي تاريخ جي سلسلي ۾ وڏي خدمت سمجهي ويندي، جيڪڏهن اهو رڪارڊ شايع ٿي سگهي. ان لاءِ گذارش آهي ته اهڙي رڪارڊ جي موجودگيءَ جو اطلاع مهرباني ڪري مون کي ڏنو وڃي. (غلام مرتضيٰ).

'آن ڪاڻ پوء سنڌ جي ڪمشنر جي آمرانہ اختيارن تي نڪتہ چيني ڪيائين...

'سنڌ سرڪار طرفان قومي ڪارڪنن تي دٻاء جي طريقن اختيار ڪرڻ کي ننديائين....

'خلافت تحريڪ جي معاملي ۾ سنڌ جي ٻن مسلمان عملدارن جي ڪڌن ڪرتوتن جي اِتَار ڪري، سرڪار کان انهن جي ڪارنامن تي جانچ ڪرڻ ويهارڻ جي گهر ڪيائين...

'هندو-مسلم اتحاد تي خوشي جو اظهار ڪيائين...

'خانگي فيصلن لاءِ ڪميٽين مقرر ڪرڻ ۽ سوديشي شين جي زور وٺائڻ لاء مائهن کي اپيل ڪيائين....

'ٻهاڙيءَ ۾ مسلمانن کي ڪانگريس ۾ شريڪ ٿي، ملڪ جي آزاديءَ لاء ڪوشش ڪرڻ واسطي اپيل ڪيائين...،

ان عرصي ۾ انهن ڪانفرنسن جا ٻڌيڪ خاص اجلاس به ڪنا ٿيا هئا، جهڙيءَ طرح ۳ نومبر ۱۹۱۷ع تي سنڌ پراونشل ڪانفرنس جو خاص اجلاس حيدرآباد ۾ نون سڌارن جي مسئلي تي ويچار ڪرڻ واسطي ڪئو ٿيو هو، جنهن ۾ سنڌ جي جدائيءَ جي مسئلي تي غور ڪرڻ لاء هڪ ڪاميٽي هيٺين صاحبن تي مشتمل مقرر ڪئي ويئي:

(۱) سيٺ هرچند راء وشنداس، (۲) مسٽر جيرامداس دولترام، (۳) در گداس آڏوٽي، (۴) مسٽر نارائنداس آنند جي بيچر، ۽ (۵) مسٽر رستم خورشيد سڌوا.

انهيءَ ڪميٽيءَ، ڪجهہ غور ۽ فڪر ڪرڻ بعد، جانچ ڪري، هڪ رپورٽ پڌري ڪئي، جنهن ۾ سنڌ جي مشڪلاتن ۽ مسئلن جو ذڪر ڪيل هو، جنهن مان سنڌ جي جدائيءَ جي جواز لاء ابتدائي مواد تيار ٿيو. ان ڪميٽيءَ، هڪ ميمورنڊم تيار ڪري، سنڌ ۾ آيل سيڪريٽري آف اسٽيٽ مسٽر مانٽيگو ۽ لارڊ چيلمسفورڊ ۽ وائسراء هند اڳيان نون سڌارن بابت ڪي تجويزون پيش ڪيون. ان جا ڪي ٽڪرا هيٺ ڏيان ٿو:

”عرضدارن جو چوڻ آهي ته سنڌ بمبئيءَ کان گهڻو دور هئڻ ڪري، اتان مٿس پوري نظرداري ۽ ضابطو رهي نه سگهيو آهي. سنڌ جي ڪمشنر کي غير معمولي اختيار هڪ ۾ هئڻ ڪري، ملڪي انتظام هڪ خودمختيار حاڪم جي هٿ ۾ اچي ويو آهي. اسان جي نظر ۾ ايترن اختيارن جي هڪ شخص جي هٿ ۾ اچڻ ڪري ان جو غلط استعمال ٿئي ٿو، جا ڳالهه آئيني سڌارن جي روح جي خلاف آهي. ان جو اثر نه صرف انهن ڳالهين ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو، جي سندس هٿ هيٺ آهن، پر انهن ڳالهين تي به معلوم ٿئي ٿو، جي بنيادي طرح سندس هٿ ۾ نه آهن. بمبئي کاتي جي ٻئي ڪنهن به ڪمشنر کي اهي اختيار حاصل نه آهن.

”اسان کي ويساهه ويهي ويو آهي ته موجوده ’دستور‘ موجب سنڌ، ’گورنر اِن ڪائونسل‘ جي فائدن کان محروم ٿيل آهي. ٻين ڪمشنرن جا سوال بمبئي سيڪريٽريٽ جي ننڍن سان ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جي ميمبرن جي زير ويچار اچن ٿا، جي بمبئي ڪائونسل اڳيان جوابداري محسوس ڪندي، ان تي راءِ ڏين ٿا، پر انهن سيني پابندين کان سنڌ جو ڪمشنر آزاد آهي. هو پنهنجي مرضيءَ ۽ جوابداريءَ تي فيصلا ڪري ٿو، جن تي صوبي جي عام راءِ جو اثر پئجي نٿو سگهي. ازانسواءِ بمبئي علائقي جي ٻين ڊويزنل ڪمشنرن وانگر سنڌ جو ڪمشنر بمبئي سرڪار جي سڌي ضابطي هيٺ نه رهڻ ڪري، سنڌ انگلنڊ جي پبلڪ لائيف جي تربيت يافته، مدبرانه، همدرد ۽ آزاد خيال حڪمرانيءَ جي فائدن کان محروم رهجيو وڃي.

”سنڌ جو انتظام انهن آفيسرن جي سپرد رهي ٿو،

جي گھڻو وقت هندستان ۾ نوڪري ڪرڻ ڪري، خود سر ۽ خود مختيار ذهنيت اختيار ڪريو وڃن. سنڌ جي اهڙيءَ بي عزتيءَ واريءَ حالت ۾ رهڻ سبب، هن وقت ڪافي احساس پيدا ٿيو آهي. خاص طرح ان سبب ڪري، جو علائقي جي ٻين ڊويزنن جي حڪومت جي واڳ گورنر جي هٿ ۾ رهي ٿي، ۽ هتي جي واڳ هڪ خودسر عملدار جي سپرد ٿيل آهي. جيستائين سنڌ کي جدا صوبو بڻايو وڃي، ان وقت تائين ڪم از ڪم، ان کي موجوده ڪمشنر شاهيءَ جي آزار کان ڇڏائي، سڌو گورنر جي اختيار هيٺ آندو وڃي.“

مسٽر مانٽيگو اڳيان، سڌارن لاءِ، سنڌ محمدن ائسوسئيشن، ۾ هڪ عرضداشت سر غلام حسين هدايت الله جي اڳواڻيءَ هيٺ پيش ڪئي هئي، جنهن ۾ برٽش سرڪار سان وفاداريءَ جو اظهار ڪندي، مليل سڌارن تي رضامنديءَ جو ذڪر ڪري، مسلمانن جي نوڪرين وغيره بابت ڪي سوال پيش ڪيا ويا هئا.

١٩١٩ع ۾ جيڪب آباد جي سنڌ ڪانفرنس جي موقعي تي مسٽر جمشيد ميهتا سنڌ جي تڪليفن جو ذڪر ڪري، انهن جي دور ڪرڻ جي گهر ڪئي هئي، جا گهر سيٺ هرچندراءِ جي پيش ڪيل رٿ جهڙي هئي.

جڏهن مانٽيگو چيمسفورڊ سڌارا عمل ۾ آيا، ته باوجود بمبئي ڪائونسل ۾ سنڌي ميمبرن جي نمائندگيءَ وڌڻ جي، سنڌ جي آئيني حيثيت ساڳي رهي. ان کي مدنظر رکي، رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ، ٦ مارچ ١٩٢٠ع تي، سر جارج لائيڊ گورنر بمبئيءَ کي هڪ خط موڪليو، جنهن جو اختصار هيٺ ڏجي ٿو:

”سنڌ کي جدا صوبي بنائڻ جي اسان جي گهر نهايت اهم هئي. پر برٽش سرڪار ڏنل سڌارن ۾

ان کي جدا نہ ڪيو آهي. ان ڪري آءٌ جيڪا عرضداشت ڪريان ٿو، اميد تہ صاحب جن ان کي واجبي سمجهي، ان تي همدردانہ ويچار ڪري، مناسب فيصلو ڪندا.

”منهنجو عرض آهي تہ سنڌ جي ڪمشنر جا نون سڌارن بعد بہ ساڳيا اختيار قائم رکڻ، آئيني سڌارن جي روح جي خلاف آهي، جن مطابق هڪ حد تائين جوابدار حڪومت قائم ڪئي ويئي آهي. لارڊ چيمسفورڊ ۽ مانٽيگو سڌارن جي اصولي تقاضا اها ٿيڻ گهرجي تہ سنڌ ۾ هڪ ماڻهوءَ جي حڪومت کي ختم ڪيو وڃي، جا حڪومت سڌارن جي منشا جي خلاف آهي.

”نون سڌارن موجب جن کاتن جا اختيار عوام جي عيوضي وزيرن کي سپرد ٿيل آهن، انهن جي پوزيشن سنڌ بنسبت جدا آهي، ڇاڪاڻ تہ سنڌ جي ڪمشنر کي ۱۸٦۸ع جي سنڌ ائڪٽ موجب گورنر اِن ڪائونسل جا اختيار تبديل ٿي مليل آهن. جيسيتائين اهي اختيار سنڌ جي ڪمشنر کان واپس نہ ورتا ويا آهن، وزيرن جا اختيار سنڌ جي نسبت ۾ بمبئي ڪاتي جي ٻين ڪمشنرن جي نسبت کان نہ رڳو گهٽا گهٽ بلڪ نالي ماتر رهندا. سنڌ ائڪٽ موجب، وزير، سواءِ غير معمولي حالتن جي، سنڌ جي ڪمشنر جي ڪمن ۾ دست اندازي ڪري نٿو سگهي، جنهنڪري سنڌ جو ڪمشنر ٻين ڪمشنرن وانگر وزيرن جي سڌو ماتحت نہ آهي.

”سنڌ سان اِن بيجا روش جو مثال هن ڳالهہ مان ملي ٿو تہ موجوده ميونسپل ائڪٽ موجب ميونسپالٽين ۾ چونديل ميمبر موڪلڻ جو اختيار رواجي طرح بمبئي سرڪار جي هٿ ۾ آهي، پر سنڌ ڪمشنرس ائڪٽ ۱۸٦۸ع موجب،

سواءِ غير معمولي حالتن جي، اهو اختيار سنڌ جي ڪمشنر کي سپرد ٿيل آهي. بمبئي کاتي جي ٻين صوبن جي ڪمشنرن ۾ نئين آئين مطابق اهي اختيار بمبئي سرڪار جي هٿ ۾ آندا ويا آهن. ميونسپالٽين جي معاملي ۾ سمورا اختيار لوڪل سيلف گورنمينٽ وزير جي حوالي ۾ رهن ٿا، جو ڪائونسل جي ميمبرن ۾ آخري طرح ميمبرن جي چونڊيندڙ ووٽرن وٽ جوابدار سمجهيو وڃي ٿو. ڪائونسل جا ميمبر ۽ ووٽر جيڪڏهن گهرن ته وزير تي ميونسپالٽين ۾ چونڊيل ميمبرن جي سرشتي قائم ڪرڻ لاءِ اثر هلائي سگهن ٿا. پر سنڌ جي حالت ان کان جدا آهي. هتي اهي اختيار اڳي ئي، انڪ موجب، ڪمشنر کي سپرد ٿيل آهن. ان مان اهو صاف ظاهر آهي ته جيسيتائين انڪٽ رد ڪري، اختيار موٽائي نه ورتا ويا آهن، هن کي سنڌ مرضيءَ مطابق قدم کڻڻ کان ڪوبه روڪي نٿو سگهي. ان مان پتو پوي ٿو ته ڪائونسل جي وزير جي سنڌ جي ڪمشنر لاءِ رڳو هڪ صلاحڪار جي حيثيت وڃي رهي ٿي، جهڙي گورنر اڳيان اٿس. ان حالت هيٺ سنڌ جا ووٽر ۽ ميمبر ڪهڙيءَ طرح سان سنڌن وزير کي انهيءَ کاتي جي خامين لاءِ جوابدار نهرائي سگهن ٿا! جڏهن ته هن جا جيڪي ٻين ڪمشنرين ۾ اختيار آهن، انهن جهڙا سنڌ ۾ اختيار نه اٿس. نتيجو اهو ٿو نڪري ته سنڌ تون سڌارن موجب وڌيڪ مليل اختيارن جي فائدن کان محروم رهجي ويئي آهي.

”اهو سوال صرف تبديل ٿيل کاتن موجب مليل اختيارن جي فائدن کان محروم رهڻ سان واسطو نٿو رکي. پر نون سڌارن هيٺ غير تبديل ٿيل کاتن بابت پڻ نئين ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جي دائري کان

هيءَ ڳالهه عام فهم جي آهي ته جيڪڏهن
سنڌ جو ڪمشنر هڪ ڀيرو ڪو فيصلو
ڪري ويهي ٿو، ته پوءِ بمبئي سرڪار کي
ڪمشنر جي عزت ۽ ڪن قانوني موشگافين
سبب ان فيصلي کي رد ڪرڻ ڏکيو ٿيو
پوي. جيتوڻيڪ اهي ڳالهيون رواجي طرح
عدل ۽ انصاف جي معاملي ۾ آڏو نه اچڻ
گهرجن، پر عام طرح ائين ڏٺو ويو آهي
ته، سواءِ غير معمولي حالتن جي، سرڪار
هيٺين عملدارن جي ڪاروبار ۾ جن کي
اڳيئي اختيار سونپيل آهن، دست اندازي
نه ٿي ڪري."

اهو اهو زمانو هو، جڏهن پهرين مهاڀاري لڙائي پوري
ٿي هئي. فاتح اتحادين يورپ جي آزاد ڪرايل ننڍن ملڪن کي
جدا آزاد حڪومتون تسليم ڪيو هو. ليڪن باوجود جنگ ۾
سندن وڏي مدد ڪرڻ جي، انگريزن هندستان کي آزادي ته
ڪانه ڏني هئي، پر ان تي پنهنجي تسلط مضبوط ڪرڻ ۽ آزاديءَ
لاءِ هلندڙ تحريڪ کي ڪچلڻ لاءِ رولٽ ايڪٽ پاس ڪيو
هو. ٻئي طرف ترڪن جي سلطنت کي ورهائي، ٽڪرا ٽڪرا
ڪري، هنن پنهنجي تسلط هيٺ آندو هو. هو ترڪيءَ جي
سلطان کي پنهنجي زير اثر رکڻ جون هڪ طرف ڪوششون
ڪري رهيا هئا، ته ٻئي طرف شريف مڪي کي خليفي بنائڻ لاءِ.
سنڌ مان انگريزن جي اشاري تي سازش شروع ڪئي ويئي هئي.

سنڌ ۾ ڪمشنر چڙوا ڳ حاڪم هو. زميندارن، جاگيردارن
۽ پيرن جي اڪثريت حڪام وقت جي تابع هئي. سنڌي
ڪامورا گهڻو ڪري رشوت خور، بي ضمير ۽ ابن الوقت هئا.
ڪمشنر صاحب جي اشاري تي ان جي هڪ ديسي اسسٽنٽ ڪمشنر،

خانبهادر نبي بخش محمد حسين، پنهنجن مسلمانن زيردستن جي مدد سان، هڪ مولوي فيض الڪريم سوري واري کي هٿ ڪري، ترڪي خلافت جي خلاف فتوٰي لکارائي، شريف مڪي کي خليفي بنائڻ لاءِ جواز پيدا ڪرايو. پوءِ ڪامورن کي حڪم ڏنو ته پيرن ۽ مولوين کان آن تي صحيحيون وٺائين. نيٺ اُن انگريزن جي چوڻ تي لکايل فتوٰي تي ٩٥ ماڻهن صحيحون ڪيون، جن مان ڪيئي نالا هيٺيان آهن:

(١) پير شاهه مردان شاهه پاڳارو ٢٢ مئي ١٩١٩ع
(٢) پير محمد صالح شاهه جيلاني راڻيپور شعبان ١٣٣٧ هه
(٣) پير خميسو شاهه جيلاني، گمبٽ.
(٤) مخدوم ظهير الدين صاحب، هالا، ٢٦ شعبان ١٣٣٧هه
(٥) پير غلام مجدد سرهندي، شڪارپور
(٦) پير الهيار شاهه، مٽياري
(٧) پير علي مدد شاهه جيلاني،
(٨) پير امام الدين شاهه راشدي، ٺلاهه
(٩) پير مير محمد شاهه جيلاني، گهوٽڪي
(١٠) مخدوم محمد صالح صاحب، سجاده درگاه پاٽ
(١١) سيد ولي محمد شاهه سجاده درگاه قلندر شهباز، سيوهڻ
(١٢) قاضي ميان شفيع محمد، هالا نوان
(١٣) قاضي ميان ابراهيم شاهه، حيدرآباد
(١٤) مولوي ميان محمد عمر صاحب، ڪنڌري
(١٥) مولوي عبدالڪريم صاحب درس، ڪراچي.

اهڙيءَ طرح سنڌ جي هر هڪ تعلقي ۾ خلافت ڪاميٽين جي مقابلي ۾ "امن سڀائون" قائم ڪرايون ويئون، جن جي ذريعي زميندارن ۽ ٻين ماڻهن کي انگريز سرڪار جي وفاداريءَ ۽ تعاون لاءِ تلقين ڪئي ٿي ويئي. "سچائي" نالي اخبار جاري ڪرائي، ان جو چندو عملدارن ذريعي زوريءَ وصول ڪري،

آهڻا ڳوٺن ۾ مفت موڪلي، انگريزن جي تعريف ۽ طرفداريءَ جا راڳ ڳارايا ٿي ويا. مسلمان ڪامورن ان ۾ خاص ڀهرو ورتو ٿي. اڪثر زميندار ته هميشه ڪامورن جا پوئلڳ ٿي رهيا آهن.

رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي، انهيءَ ماحول کان تنگ ٿي، ڪجهه وقت لاءِ انگلنڊ هليو ويو، جتي ترڪن جي مدد ۽ هندستان جي آزاديءَ لاءِ وسعت آهر پرچار ڪندو رهيو. هن "الامين" نالي اخبار حيدرآباد مان جاري ڪرائي هئي، جنهن جو هڪ وقت شيخ عبدالمجيد سنڌي ايڊيٽر ٿي ڪم ڪيو هو. ان ۾ هو ولايت مان مضمون موڪلي، سنڌي مسلمان ڪامورن، زميندارن، پيرن ۽ مولوين جي مٿي ذڪر ڪيل مسلمان ملڪن ۽ تحريڪ آزاديءَ خلاف حرڪتن کي ننديندو رهيو.

رئيس صاحب جي مدد سان "هندواسي" اخبار دادا چيتمل پرسرام جي ايڊيٽريءَ هيٺ به نڪرندي هئي، جنهن ۾ نهايت زبردست سياسي مضمون ايندا رهندا هئا.

سنڌ ۾ باوجود آفيشل ۽ زميندار ڪلاس جي انهيءَ مٿين قسم جي حرڪتن جي، خلافت تحريڪ زور وٺندي وئي. سنڌ جا سوين ماڻهو جيلن ۾ ويا، ۽ هزارين ملڪ ڇڏي افغانستان ڏي هجرت ڪري ويا.

ڪمشنر سنڌ جي ڇڙواڳيءَ، ۽ سنڌ ۾ عام آزاديءَ جي تحريڪ، جي زور وٺڻ ڪري، سنڌي آزاد خيال هندو مسلمانن ۾ سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ جو جذبو تيز ٿيندو ويو.

مانٽيگو چيمسفورڊ سڌارن مطابق سنڌ کي جدا صوبو ڪونه بنايو ويو هو، ليڪن نئين آئين ۾ هڪ اهڙو قلم ضرور داخل ڪيو ويو هو، جنهن موجب گورنر جنرل کي اختيار ڏنا ويا هئا ته، آرڊر ڪڍي، ڪوبه نئون صوبو ڊپوٽي گورنر جي هٿ هيٺ ناهي سگهي. سڀني سياسي پارٽين طرفان نين هوندن جي بائڪاٽ ڪرڻ ڪري رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي

بمبئي ڪائونسل لاءِ نين چونڊن ۾ اميدوار ڪونه بيٺو. سنڌ مان بمبئي ڪائونسل تي چونڊجي ويل مسلمان ميمبر گهڻو ڪري سرڪار پرست هئا. تنهنڪري اهڙن ميمبرن طرفان بمبئي ڪائونسل ۾ سنڌ کي جدا صوبي بڻائڻ جي تجويز پيش ڪانه ٿي. ورڻي بہ شابس هجي بمبئيءَ جي هڪ مسلمان ميمبر آء. ايس. حاجي، بئريسٽر، کي جنهن بمبئي ڪائونسل ۾ سنڌ کي بمبئي کاتي کان علحده ڪري، نئين صوبي بڻائڻ جي رٿ پيش ڪئي، پر واري نہ ملڻ ڪري خانگي ٺهرائن پيش ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيل ڏينهن تي اها رٿ اڳتي نہ سگهي.

ان وقت ڌاري "سنڌ پراونشل ڪانفرنس" جو اجلاس ٥ ۽ ٦ اپريل ١٩٢٠ع تي سکر ۾ سيٺ حاجي عبدالله هارون جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿيو هو. ان جي صدارتي خطبي جو مختصر احوال اڳي ڏنائي آيو آهيان.

شيخ عبدالمجيد سنڌي قومي تحريڪ ۾ هڪ پيرو اڳي سزا ڪاٽي آزاد ٿيو هو. هاڻ وري هو ٻئي پيري جيل ويل هو. انهيءَ پيري سکر جيل ۾ هن، ۱۹۲۴ع ۾، سنڌي مسلمانن جي تعليم ۽ تنظيم لاءِ هڪ پروگرام ٺاهي تيار ڪيو هو، جو پهرين الوحيد اخبار ۾ قسطن ۾ شايع ٿيو، ۽ پوءِ ڪتابي صورت ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ان ڪتابڙي جي ۴۹ صفحي تي هن سنڌ ۾ پهريون پيرو ڪليل لفظن ۾ هيٺيون خيال ظاهر ڪيو:

"هن وقت سنڌي مسلمانن جي سامهون، سنڌ کي بمبئي علائقي کان جدا ڪري عليحده صوبي بنائڻ جو سوال درپيش آهي. مسلمان ان مسئلي ۾ هندن جي مدد ۽ اعانت کان سواءِ بمشڪل سان ڪامياب ٿي سگهندا. پر مون کي يقين آهي ته سنڌ کي جدا پرڳڻي ڪرڻ جي تجويز اهڙي معقول ۽ لاجواب آهي، جو هندو ضرور هڪ ڏينهن ان کي قبول ڪندا. هينئر ساريءَ سنڌ مان فقط ٽي هندو بمبئي ڪائونسل تي ميمبر چونڊجي سگهن ٿا، پر سنڌ جي جدا ڪائونسل قائم ٿيڻ بعد انهن کي ٽيون حصو چونڊيل ميمبرن جو ملندو، ساڳيو حصو سنڌ جي ڪاروباري ڪائونسلن ۾ ملندن. سنڌي مسلمان جهڙا غريب، صلح پسند ۽ اشراف مسلمان ڪڏهين به ڇائي واٽي سان نه ڦٻائيندا. هن ڪشمڪش ۾

بدمزگيءَ جي زماني ۾ ڪيترن ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊن ۽ تعلقي بورڊن ۾ هندو پريزيڊنٽ آهن، ۽ بورڊن جون آفيسون هندن سان ڀريون پيئون آهن. جڏهن سنڌ تعلقات بهتر ٿيندا، تڏهن مون کي اميد آهي ته هندو پنهنجي علمي لياقت، قابليت ۽ وڏيل نمايندگيءَ ذريعي هڪ طرف، ۽ محنت، دولت ۽ واپاري هوشياريءَ ڪري ٻئي طرف سنڌ جي سياست ۾ مکيه مقام والاري ويندا. مسلمانن جي حڪومت وقت ۽ پا خود موجوده سرشتي هيٺ، هندن کي سنڌ جي عهدن يا اقتصاديات ۾ چڱي حيثيت رهي آهي. ليڪن آئينده جي خودمختيار سنڌ ۾ کين ان کان وڌيڪ فائدا حاصل ٿي سگهندا، جنهن ۾ هنن جو درجو تابعداريءَ جو نه پر ڀائيواريءَ جو هوندو.

”ٻوليءَ جي بنياد تي سنڌ کي جدا صوبي بنائڻ جي گهر اهڙي انصافي اصول تي ٻڌل آهي ۽ ان ۾ ملڪ ۽ ماڻهن جي ترقيءَ ۽ بهبوديءَ جا ايترا فائدا شامل آهن، جو ان گهر جي اڳيان نه فقط هندن بلڪ حڪومت کي به ڪنڌ نوائڻو پوندو.

”سنڌ کي جدا صوبي بنائڻ جي گهر ڪرڻ وقت، هن ڳالهه جو ذڪر ڪرڻ نامناسب نه ٿيندو ته اصلوڪي سنڌ هاڻوڪيءَ سنڌ کان تمام وڏي هئي. ڪاٺياواڙ،

بهاولپور ۽ جيسلمير رياستن ۽ ملتان جي
طرف اڄ تائين سنڌي واپارين جو وڏو
تعداد موجود رهي ٿو. ڪوچا ۽ ميمڻ دنيا
جي ڪنهن به حصي ۾ رهندا هجن، پر
انهن جي مادري زبان اڄ تائين سنڌي
آهي. جيڪڏهن هندستان ۾ ڪڏهن به
اهڙو وقت آيو، جو پرڳڻن کي نئين سر
ٻوليءَ جي بنياد تي ٺاهيو ويو، تڏهن مٿي
ذڪر ڪيل رياستن، ۽ سنڌ سان پنجاب
جي لاڳيو ضلعن مان ڪن کي سنڌ سان
شامل ڪرڻ جو سوال اٿاري سگهجي ٿو.
آءٌ نٿو ڀانيان ته موجوده حالتن ۾،
جيستائين ڪ هندستان ۾ وڏو انقلاب پيدا
نه ٿيو آهي، سنڌ جي حدن وڌائڻ جو
سوال مصلحت آميز ٿيندو. في الحال هندستان
جي هر هڪ صوبي کي سندس هاڻوڪين
حدن تي راضي رهڻو پوندو. البت ان
هوندي به اسان ساري هندستان ۾ رهندڙ
سنڌي دانن سان پنهنجو علمي ۽ ڪلچرل
تعلق پيدا ڪري سگهون ٿا. جيتوڻيڪ
هن وات ۾ ڪيتري مشڪلاتون در پيش
اينديون، ليڪن لاڳيتي محنت ۽ تبليغ
سان اسان انهن کي گهڻي قدر حل ڪري
سگهون ٿا."

سنڌ جي جدائيءَ لاءِ اهڙن ڪليل ۽ واضح لفظن ۾
ذڪر اهو پهريون ڀيرو ڪيل ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اڳي صرف
ڪمشنر جي چڙواڳ اختيارن جو ذڪر ڪندي، ديسي زبان

۾ سنڌ جي علحدگيءَ لاءِ بنياد پئجي ويو.

جيتوڻيڪ شيخ صاحب جي، هيءَ رٿا الوحيد اخبار ۾ ڇپي هئي، ۽ خلافت ڪميٽيءَ ان طرف توجهه به ڏنو هو، پر پوءِ به اها ڳالهه سنڌ تائين ئي محدود هئي. سال ۱۹۲۴ع جي آخر ۾ آل انڊيا هندو مهاسڀا جو اجلاس مسٽر اين. سي. ڪيلڪر جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿيو. پنهنجي صدارتي خطبي ۾ مسٽر ڪيلڪر پهريون ڀيرو آل انڊيا پليٽفارم تان سنڌ جي جدائيءَ جي مخالفت ڪندي، ظاهر ڪيو ته ان ڪري مسلمان هندن کي ٻانهن وٽ هوسٽيج (Hostage) طور رکي سگهندا. شيخ عبدالمجيد سنڌي، جو هڪ وقت رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ جو سيڪريٽري رهي چڪو هو، سو رئيس جي وفات کان پوءِ هن جو حقيقي جاءِ نشين ٿي ڪم ڪرڻ لڳو هو. اُن مٿي ذڪر ڪيل مسٽر ڪيلڪر جي تقرير جي حوالي مان اشارو وٺي، ان سوال کي آل انڊيا سياسي پليٽفارم تان هٿ ۾ کڻڻ طرف توجهه ڏنو.

ٻئي سال، ۲۶ ڊسمبر ۱۹۲۵ع تي، آل انڊيا ڪانگريس جو ساليانو اجلاس ڪانپور ۾ مسز سروجني نيڊو جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿيو. ساڳئي شهر ۾ اُنهيءَ موقعي تي آل انڊيا خلافت ڪانفرنس جو اجلاس مولانا ابوالڪلام آزاد جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿيو. آل انڊيا مسلم ليگ جو اجلاس ۳۱ ڊسمبر ۱۹۲۵ع تي عليگڙهه ۾ سر عبدالرحيم جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿي رهيو هو. شيخ صاحب سنڌ طرفان ٽنهي ڪانفرنسن لاءِ ڊيليگيٽ چونڊيل هو، پهرين هو ڪانپور ويو. ان موقعي تي جڏهن آل انڊيا ڪانگريس زبان جي بنيادن تي صوبن جي جدا تنظيم جو اصول قبول ڪيو، تڏهن سنڌي نمائندن آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ ان ملاءِ سنڌ جي الڳ پراونشل ڪميٽيءَ جي گهر ڪئي، جا منظور ٿي. شيخ صاحب ان ڳالهه ۾ سنڌ

جي جداگانه حيثيت جو اصول قبول ٿيندو ڏسي، ارادو ڪيو
ته مسلم ليگ جي اجلاس ۾ بمبئي علائقي کان سنڌ جي جدائيءَ
جي تجويز پيش ڪئي وڃي. اتي مولانا محمد عليءَ سان مشوري
ڪرڻ بعد هو مسلم ليگ اجلاس ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ
عليگڙهه پهتو. اتي پهچڻ بعد جڏهن هن اتي آيل ليڊرن سان
ان سوال تي گفتگو ڪئي، ته کيس معلوم ڪري خوشي ٿي
ته سر محمد شفيع اڳيئي ان مسئلي تي غور ڪري رهيو هو،
۽ ٻيا به ڪيترا صاحب ان ڳالهه ۾ همدرد ڏنائين. شيخ صاحب
پوءِ سنڌ کي بمبئيءَ کان جدا ڪرڻ جو ٺهراءُ آل انڊيا مسلم
ليگ جي اجلاس اڳيان پيش ڪيو، جو اتفاق راءِ سان پاس
ٿي ويو. ان اجلاس ۾ جن مکيه ماڻهن حصو ورتو هو، تن مان
سر علي امام، سر محمد شفيع، مسٽر محمد علي جناح، مولانا
شوڪت علي، مولانا محمد علي، سيٺ يعقوب حسن، ڊاڪٽر
سيف الدين ڪچلو، مولانا حسرت موهاني، مسٽر آصف علي،
مسٽر آل نبي، مسٽر تصدق احمد خان شرواني ۽ صاحبزاده آفتاب
احمد خان خاص ذڪر ڪرڻ جي لائق آهن.

ان وقت سنڌ ۾ مسلمانن جي روزانه اخبار صرف الوحيد
هئي، جا شيخ صاحب جي نظرداريءَ هيٺ هلندڙ هئي. ان اخبار
هاڻ ڪليءَ طرح سنڌ جي جدائيءَ جو پرچار ڪرڻ شروع ڪيو.
ان جي آواز تي سنڌ جي ڪنڊ ڪنڊ مان سنڌ جي جدائيءَ
جا ٺهراءَ پاس ٿيڻ لڳا، جنهن تي اهو سوال ڪافي اهميت
حاصل ڪري ويو. ڪيترن آزاد خيال غير مسلمانن به جدائيءَ
جي فائدي ۾ بيان ڏيڻ ۽ مضمون لکڻ شروع ڪيا؛ ڪن
فرقيپرست هندن ان جي مخالفت جو آواز ڪڙو ڪيو،
۽ ڪن هندو اخبارن به برخلاف لکڻ شروع ڪيو. سوامي
گووند آنند، مسٽر چيتمل پرسرام، مسٽر سنتداس منگهارام، مسٽر
ڪي. پنيا، مسٽر وشنو شرما، مسٽر ليکمداس واڌو مل، مسٽر

رستم ڪي. سڌواڻي، مسٽر جمشيد نسروانجي ميهتا سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ جا حامي هئا. ٻئي طرف مسٽر ويرو مل بيگراج، پروفيسر چبلاڻي، ديوان بهادر هيرانند کيمسنگهه ۽ مکي گوبندرام ان جي مخالفت ڪندڙن مان مکيه هئا.

هاڻ سنڌ جي جدائيءَ جو مسئلو آل انڊيا اهميت حاصل حاصل ڪري ويو. ٢٥ مارچ ١٩٢٧ع تي مختلف خيالن جي مسلمان ليڊرن جي، مسٽر محمد علي جناح جي صدارت هيٺ هڪ ميٽنگ ڪئي ٿي، جنهن ۾ هندو مسلم سمجهوتي لاءِ هيٺين تجويز پاس ٿي:

(١) سنڌ کي جدا صوبو بنايو وڃي. (٢) فرنٽيئر ۽ بلوچستان جي صوبن مان نوان سڌارا لاڳو ڪيا وڃن. (٣) پنجاب ۽ بنگال ۾ آدمشماريءَ مطابق مسلمانن کي نمايندگي ڏني وڃي. (٤) مرڪزي اسيمبليءَ ۾ مسلمانن کي ٽيون حصو نمايندگي ڏني وڃي.

مسلمان مٿي ذڪر ڪيل صوبن ۾ اقليت کي اهي رعايتون ڏيڻ لاءِ تيار ٿيندا، جي هندو مسلمانن کي هندو اڪثريت وارن صوبن ۾ ڏيڻ لاءِ تيار ٿيندا. انهن شرطن تي مسلمان گڏيل چونڊون قبول ڪندا."

هن تجويز هندو مسلم سمجهوتي لاءِ دروازو کولي ڇڏيو. سگهوئي ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽي گڏ ٿي. جنهن اِن ٺهراءَ کي قبول ڪري، آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ کي ان جي قبول ڪرڻ لاءِ سفارش ڪئي. هاڻ صرف آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ ۽ آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاسن کي ان تي منظوري ڏيڻي هئي.

هن منزل تي لالا لجپت راءِ ۽ پنڊت مدن موهن مالويه جي اثر هيٺ "هندستان ٽائيمس" اخبار هن تجويز جي برخلاف ليک لکيا. مسٽر جيرامداس دولترام ان جو ايڊيٽر هو. بهرحال مئي ١٩٢٧ع تي آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جو اجلاس بمبئي ۾ ڪوٺايو ويو، جنهن ۾ اها تجويز ڪثرت راءِ سان منظور ڪئي وئي. شيخ عبدالمجيد ۽ حاجي عبدالله هارون به ان ميٽنگ ۾ پريزيڊنٽ جي خاص منظوريءَ سان حاضر رهيا، ۽ سنڌ لاءِ سندن نقطه نگاه پيش ڪيائون. اُن ميٽنگ کان پوءِ سنڌ جي انهن هندن طرفان، جيڪي سنڌ جي علحدگيءَ جي خلاف هئا، هڪ وفد ڪانگريس جي پريزيڊنٽ سان مليو، ۽ پنهنجو طرف پيش ڪيو. پريزيڊنٽ کين چيو ته جنهن صورت ۾ مرڪزي حڪومت ۾ هندن جي اڪثريت هوندي، ان صورت ۾ سنڌ جي اقليت کي ڪنهن به نقصان پهچڻ جو انديشو نه ٿي رهي سگهيو. بمبئي ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ ۾ پاس ٿيل هيءُ ٺهراءُ پوءِ سال جي آخر ۾ آل انڊيا ڪانگريس جي مدراس واري اجلاس ۾ پاس ڪيو ويو، جنهن جي صدارت جا فرائض ڊاڪٽر مختياز احمد انصاري بجا آندا.

ان سال ۾ سنڌ جي جدائيءَ جي فائدي ۽ ان جي خلاف ڪيترا مضمون ۽ ڪتابچا ڇپيا. انهن ۾ جدائي خلاف پروفيسر چبلانيءَ، مالي نقطه نگاه کان، نهايت مدلل ڪتابچو لکيو. ٻئي طرف جدائيءَ جي فائدي ۾ مسٽر جمشيد نسروانجي ميهتا ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي پريزيڊنٽ هڪ عمدو پمفليٽ ڇپائي ورهايو. سيٺ هرچندراءِ وشنداس هن وقت تائين سنڌ جي جدائيءَ جي تحريڪ جو نه صرف حامي، بلڪ ان تحريڪ جي اوائلي بانين مان هو. هن منزل تي، هو هندو عام راءِ کي مخالف ڏسي، سنڌ جي علحدگي جي مخالفت ۾ بيان ڏيڻ لڳو. ٻئي طرف ڪانگريس جي هڪ ٺڪيءَ رڪن مسٽر جيرامداس دولترام به

ان جي مخالفت ۾ ڪي مضمون لکيا. مسٽر جمشيد پنهنجي پمفليٽ ۾ انهن پنهي مکيه ليڊرن جي دليلن جا جواب ڏنا. جيئن ته ان وقت جي اختلافي دليلن تي، ان پمفليٽ ۾ ڪافي بحث ٿيل آهي، انڪري آءٌ ان پمفليٽ مان ڪي ٽڪرا هتي پيش ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان:

"ڪن هندن کي خوف پيدا ٿيو آهي ته سنڌ ۾ مسلمانن جي اڪثريت هئڻ سبب بمبئي پرڳڻي کان سنڌ کي جدا ڪري صوبي بنائڻ منجهان کين نقصان پهچندو. پر مون کي يقين ويٺل آهي ته رفارمس ڪميشن مستقبل جي آئين ۾ سنڌن حقن جي مناسب حفاظت لاءِ پورو انتظام ڪندي، تنهنڪري کين ڊپ ڪرڻ جو ضرور نه آهي.

"آءٌ هيٺين سببن ڪري سنڌ جي جدائيءَ جي فائدي ۾ آهيان:

(١) سنڌي پنهنجي روايات، ڪئريڪٽر (ڪردار) ۽ طرز معاشرت ڪري علحده قوميت جي حيثيت رکن ٿا.

(٢) سنڌ جاگرافيائي نقطي نگاه کان علحده ملڪ آهي.

(٣) بمبئيءَ جا گورنر، ايگزيڪيوٽيو ميمبر، وزير، ڪائونسل جا ميمبر باوجود زباني همدرديءَ جي، سنڌ جي معاملن ۾ پنهنجا هون جهڙو به دلچسپي وٺي نٿا سگهن.

(٤) سنڌ جا مسئلا، بمبئيءَ جي مسئلن کان بلڪل جداگانه آهن: آهي ساڳين بنيادن ۽ طريقن تي حل ٿي نه سگهندا.

(٥) سنڌ پنهنجي جدا گورنريءَ يا چيف ڪمشنريءَ ۽ ڪائونسل سان پنهنجن مسئلن طرف زياده توجهه ڏيئي خوش اسلوبيءَ سان انهن کي حل ڪري سگهندي. ان جي جدائيءَ جي حالت ۾، وقت به وقت پيش ايندڙ مشڪلاتن ۽ مسئلن جا فيصلا سر زمين تي ترت ڪري سگهبا. هن وقت جي حالت اها آهي ته سندس مسئلن حل ڪرڻ ۾ مهينا ۽ سال گذريو وڃن، ۽ اسان، ڪيترين حالتن ۾، ايا من کان ”مسئلو سرڪار جي همدردانه ويچار هيٺ آهي“ ٻڌندا اچون ٿا.

(٦) سنڌ جي تعمير جا سوال اسان کي پاڻ فيصل ڪرڻا آهن. آزادي حاصل ڪرڻ جو مکيه مقصد ٻارن ۽ بالغن جي تعليم آهي. اهو مسئلو بمبئي سان گڏ رهڻ ڪري پوريءَ طرح حل نه ٿي سگهيو آهي.

(٧) سنڌ جي آزاديءَ جي راهه ۾ مالي مشڪلاتن جو سوال مون کي اهم نظر نٿو اچي. سر هينري لازينس پنج سال اڳي ڪي انگ اکر ڏيئي هيءَ ڳالهه ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ته بمبئي سرڪار سنڌ تي ان جي آپت کان وڌيڪ خرچ ڪري ٿي. آهي انگ اکر نا اميدي پيدا ڪندڙ نه آهن. بلڪ انهن مون ۾ اميد پيدا ڪئي آهي ته جيڪڏهن اسان سنڌ جي آپت ۽ خرچ کي پنهنجي سنڀال هيٺ

آڻينداسون، ته ان مسئلي کي سهوليت سان حل ڪري سگهنداسون.

(٨) وڌيڪ ائين چيو ويو ٿو ته ڪٽل صوبه هئڻ ڪري، اسان سنڌ ۾ آمدرفت جي رستن ۽ ٻين تعميري اسڪيمن لاءِ پيسو حاصل ڪري نه سگهنداسون، ۽ صوبو هميشه پٺتي پيل رهندو. اهو عذر به پورو نه آهي. هن وقت بمبئي سرڪار اسان جي سڌاري لاءِ ڪهڙا خاص ڪم ڪيا آهن! هوءَ به قرض کڻي تعميري ڪمن تي خرچ ڪري ٿي. اسان به اهڙيءَ طرح سان اهي ڪم ڪري سگهون ٿا.

مٿي ذڪر ڪيل سڀني مسئلن جو بهترين حل ميون کي سنڌ جي جدائيءَ ۾ نظر اچي ٿو.

منهنجي مٿي ذڪر ڪيل نقطن تي بحث ڪندي، هڪ اخبار لکيو آهي ته اسان وٽ ڪارائتن ۽ سمجهو ماڻهن جي کمي هئڻ ڪري، اهي مسئلا ڪير حل ڪري سگهندو! منهنجي نظر ۾ اهڙي قسم جون ڳالهيون سنڌين جي لياقت ۽ اهليت ۾ بي اعتباري پيدا ڪن ٿيون. ان لاءِ سنڌ جي موجوده ڪائونسل ميمبرن جي نا اهليءَ کي مثال طور پيش ڪيو وڃي ٿو. منهنجي خيال موجب سنڌ جا موجوده ميمبر انهن ماڻهن کان وڌيڪ سمجهو ۽ لائق آهن، جي کين اڻ لائق سمجهن ٿا.

انهن ميمبرن کي پتو آهي ته پنهنجي صوبي جي پس مانده هجڻ ۽ بمبئي ۾ پنهنجي اقليت ۾ هجڻ جي مدنظر ڪهڙيءَ طرح هو سرڪار کان فائدا حاصل ڪري سگهن ٿا. البت موجوده طريقي سان فائدي حاصل ڪرڻ تي معياري نقطي نگاه کان نڪته چيني ٿي سگهي ٿي، پر هڪ ڳالهه ته صاف آهي ته هنن ۾ سرڪار کان ڪم ڪڍڻ جي لياقت موجود آهي. بمبئي سرڪار جا آفيسر ۽ مالي ميمبر هيءَ ڳالهه قبول ڪن ٿا ته سنڌي ميمبرن جي ووٽن هٿ ڪرڻ لاءِ کين سندن ”آنگل“ برداشت ڪرڻا پون ٿا. سنڌي ميمبرن کي ڏسي، بمبئي جا غير برهمڻ ميمبر به هاڻ، انهن جي پوئلڳيءَ ۾، ووٽ جي قيمت وصول ڪرڻ لڳا آهن. آءٌ سوال پڇندس ته جيڪڏهن اهي ماڻهو قابل نه آهن ته قابل هجڻ جو آخر ڪهڙو دليل آهي؟

اسان اهليت جي مسئلي کي خواه مخواه اهميت ڏيون ٿا. هڪ انگريز دوست مون کي مثال ڏنو ته هڪ ماڻهو انگلنڊ جي ڪائونٽي ڪائونسل ۾ اميدوار بيٺو هو، جنهن کي ان حد جي ووٽرن اڻ لائق سمجهي شڪست ڏني، پر جڏهن ان ساڳئي ماڻهوءَ کي برٽش سرڪار هندستان ۾ هڪ صوبي جو گورنر مقرر ڪيو، ته ان ۾ هي نهايت لائق ۽ منتظم ثابت ٿيو.

سنڌ اندر هر فرقي ۾ لائق شخص پيا آهن، جي موقعن ملڻ تي ان جو ثبوت ڏيئي سگهن ٿا. مون کي يقين آهي تہ جيڪڏهن چونڊ جي طريقي کي سڌاريو وڃي، ووٽرن تان زور زبردستي هٽائي ڪين ووٽ جي آزادي ڏني وڃي، چونڊ تي خرچ جي گهٽتائي ڪئي وڃي، سياسي پارٽيون قائم ڪري پارٽي فندن جي ذريعي لائق اميد وار بيهاري چونڊايا وڃن، تہ اسان تعميري ڪم لاءِ گهڻا لائق ماڻهو هٿ ڪري سگهنداسون. لائق ماڻهن جي گهٽتائيءَ جو سوال صرف سنڌ سان لاڳو نہ آهي، بلڪ دنيا جي هر حصي ۾ انهن جي ڪمي محسوس ڪئي وڃي ٿي.

مون کي خوشي ٿئي ٿي تہ هاڻ سنڌ جي جدائيءَ جو سوال روز بروز اهميت وٺندو وڃي؛ ليڪن مون کي هي معلوم ڪندي افسوس ٿئي ٿو تہ سيٺ هرچندراءِ وشنداس، جو ابتدا ۾ سنڌ جي جدائيءَ جي تحريڪ جو باني هو، سو ڪن سببن ڪري پنهنجي تازي بيان ۾ سنڌ جي جدائيءَ خلاف هيٺيان دليل ڏئي ٿو:

(١) ڪيس سنڌ جي جدائيءَ خلاف مسٽر جيرامداس دولترام جي پيش ڪيل اعتراضن ۾ ڪجهہ صداقت نظر اچي ٿي.

(٢) سکر بيراج جي قرض کي جدا سنڌ جي بجيٽ تي هو وڏو بوجو سمجهي ٿو.

(۳) وڏيڪ اهو دليل ڏنو ته بمبئي سرڪار هاڻي اڳي کان سنڌ جي مسئلن تي زياده توجهه ڏيڻ شروع ڪيو آهي.
(۴) هن ڪي هي به خوف ويٺل آهي ته سنڌ جي ڪائونسل ۾ هتي جا جاهل زميندار پيسي ۽ ذاتي اثر جي ڪري چونڊجي ايندا، جي ڪاروبار چڱيءَ طرح هلائي نه سگهندا.
(۵) ازانسواءِ هن جي خيال ۾ صوبي سنڌ جدا ٿيڻ بعد، سنڌ ۾ سرڪاري آفيسرن جي زور وڌڻ جو امڪان آهي.
(۶) نئين صوبي لاءِ انتظامي خرچ جو بار، ڪٿي ڪيس مشڪل پيو نظر اچي، وغيره، وغيره.

سنڌس مٿي ذڪر ڪيل اعتراضن بابت منهنجا هيٺيان جواب آهن. پهريتن سيٺ هرچندراءِ جي اعتراضن جا جواب ڏيئي، پوءِ مسٽر جيرامداس جي سوالن جا جواب ڏيندس.

(۱) سيٺ هڪ دليل سکر بيراج جي قرض جي نا قابل برداشت بار جو ڏنو آهي. ليڪن مون کي تعجب لڳي ٿو ته ڇو ان مسئلي کي پوريءَ طرح سمجهيو نه ويو آهي. سکر بيراج جو قرض هند سرڪار ڏنو آهي. اهو سنڌ جي زمينن جي وڪريءَ ۽ وڏايل ڍلن جي وصوليءَ مان ادا ڪرڻو آهي. بمبئي سرڪار ان تي ڪوڏي به خرچ

ڪرڻ واري نہ آهي. پوءِ ان ڳالهہ ۾ ڪهڙو تفاوت آهي تہ اها وصولي بمبئي سرڪار يا سنڌ سرڪار ڪري! جدائيءَ جي حالت ۾ قرض لهڻ بعد وڌيل پيدائش جو فائدو سنڌ کي حاصل ٿيندو. مون کي يقين آهي تہ بيراج کي چڱيءَ طرح هلائڻ مان سنڌ کي نقصان بدران فائدو ٿيندو. پوءِ بهتر تہ اها ڳالهہ آهي تہ اهو بار پاڻ تي کڻي، مستقبل جو فائدو حاصل ڪجي. سکر بيراج سنڌ جي آئنده لاءِ هڪ وڏو ورثو ثابت ٿيندو.

٢- ٻيو دليل سيٺ صاحب جو اهو آهي تہ اڳي کان هاڻ بمبئي سرڪار سنڌ جي مسئلن طرف زياده توجهہ ڏيڻ شروع ڪيو آهي. جا گهٽي توجهہ مان سندس مراد اها آهي تہ سال ۾ گورنر ٻہ ٽي هفتا سنڌ ۾ رهي ٿو! وزير ۽ ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جا ميمبر سال ۾ هڪ ٻن ڏينهن لاءِ سنڌ ۾ اچن ٿا! باقي آفيسرن کي ڀنا تہ هتي اچڻ لاءِ سال ۾ هڪ دفعو بہ فرصت نہ ٿي ملي، پر جي تفريح خاطر هفتي اڌ لاءِ ڪنهن سنڌ ۾ چڪر ڏنو تہ چيهہ ڪري چڏيائين. اها ڳالهہ صاف سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ سنڌ جا مسئلا علحده آهن. انهن جي بمبئي مان حل ٿيڻ جو امڪان ئي ڪونہ آهي. ان ڪري بهتر رستو اهو آهي تہ پنهنجي گهر جو ڪاروبار ٻين جي عيوض پاڻ سنڀاليون.

۳- سيٺ صاحب ٽيون دليل اهو ٿو ڏئي تہ سنڌ ڪائونسل ۾ جاهل ۽ وڏن پڳڙن وارا زميندار ميمبر چونڊجي ايندا، جي چڱيءَ طرح ڪم هلائي نہ سگهندا. سو اهو بہ صحيح ۽ جائز دليل نہ آهي. سنڌ جون سدائين ساڳيون حالتون رهڻ واريون نہ آهن. زماني جي تبديليءَ سان حالتن بدلجڻ جو امڪان آهي. اسان مان بهتر ماڻهو چونڊجي ايندا، جي پنهنجي مسئلن طرف خوشيءَ سان توجهہ ڏيئي سگهندا. هن وقت وانگر ٿاڻي، شولاپور، بيلگام جي مسئلن طرف متا ماري ڪرڻ کان جان ڇٽي پونديس. البت ابتدا ۾ نوڪرين جي حصي رسي تان ڪجهہ ڇتا پيٽي ٿيڻ جو امڪان آهي، پر آهستي ٿي حالتون درست ٿي وينديون.

۴- سنڌس چوٿون دليل تہ سنڌ جي جدائيءَ بعد آفيسرن جو زور وڌندو، صفا غلط آهي، بلڪ صحيح حقيقت هيءَ آهي تہ گورنر جي سنڌ ۾ رهڻ، ۽ ڪائونسل ۽ وزيرن جي سرزمين تي هئڻ ڪري، ڪامورن جي طاقت پاڻ گهٽ ٿيندي.

۵- وڏيڪ اهو دليل ڏنو وڃي ٿو تہ نئين صوبي جي انتظام لاءِ عملدارن تي وڌايل خرچ جو بار سهڻ کان ٻاهر ٿيندو، اها ڳالهہ بہ صحيح نہ آهي. نئون خرچ ويهہ پنجويهہ هزار ماهوار مس ٿيندو. اهڙيءَ

طرح سال ۾ لن لکن خرچ جي واڌاري سان نقصان کان نفعو زياده حاصل ٿيڻ وارو آهي.

هاڻي آءٌ مسٽر جيرامداس جي اعتراض جا جواب ڏيندس، جن ۾ سيٺ صاحب کي ڪجهه صداقت ڏسڻ ۾ آئي آهي.

(١) شڪر آهي ته مسٽر جيرامداس کي گڏيل چونڊن مروج ٿيڻ ڪري، اقليت جي حقن کي نقصان پهچڻ جو خوف گهٽ ٿي ويو آهي.

(٢) ٻيو دليل مسٽر جيرامداس اهو ٿو ڏئي ته سنڌ جي ننڍي صوبي هئڻ ڪري ان کي مڪمل آٽونامي (Autonomy) کانه ملندي، ۽ بمبئي جي وڏي صوبي هئڻ ڪري ان کي وڌيڪ حق حاصل ٿيندا. وڌيڪ هن کي اهو وهم به ويٺل آهي ته سنڌين ۾ صوبي جي انتظام هلائڻ جي اهليت نه آهي. ان لاءِ منهنجو هي جواب آهي ته صوبي ننڍي هئڻ ڪري ممڪن آهي ته بمبئي کان اسان کي اختيار گهٽ ملن، پر اها ڳالهه ڪيتري قدر جائز ٿي سگهي ٿي ته چند وڌيڪ اختيارن جي مرهوم آڌار تي اسان هڪ هزار ميلن جي مفاصلي تان ٻاهرين جي زيردستي قبول ڪيو ويٺا هجون. هن وقت تائين وڏي ۽ گهڻن اختيارن واري صوبي مان سنڌ کي ڪهڙو فائدو پهتو آهي ۽ سنڌ جي تعليم،

صحت ۾ رستن لاء ڇا ڪيو ويو آهي؟ وڏيڪ سندس اهو چوڻ ته سنڌين کي دماغ نه آهن، سا ڳالهه آءٌ قبولڻ لاء تيار نه آهيان. اهڙي گفتگو پاڻ ۾ بي اعتباريءَ جو ثبوت ڏئي ٿي. جيڪڏهن اسان هندستان جي ٻين صوبن تي نظر ڊوڙائينداسون ته پتو پوندو ته اسان جا ميمبر هنن کان قابليت ۾ ڪنهن به طرح گهٽ نه آهن. مون کي پتو آهي ته انهن ٻان گهٽا انگريزي ننا چاڻن، پر اها ڳالهه سندن اڻ لائقيءَ لاء دليل ٿي نٿي سگهي. جيڪڏهن سنڌ جي مسئلن ۾ هنن کي دلچسپي آهي، ته اها ڳالهه ڪافي آهي؛ هروڀرو اهو ضروري نه آهي ته بيلگام ۾ ٻين طرفن جي مسئلن ۾ به دلچسپي وٺن.

(۳) مسٽر جيرامداس جو ٽيون دليل سنڌ جي جدائيءَ خلاف اهو آهي ته بمبئي صوبي جي اثر ڪري هن وقت هند سرڪار سکر بيراج جي معاملي ۾ جا دلچسپي وٺي رهي آهي، سا شايد آئنده نه وٺي. ان واسطي هيءَ ڳالهه صاف سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته سکر بيراج جي اسڪيم منظور ٿي چڪي آهي، هاڻ ان جي رد ٿي، ڪم بند ٿيڻ جو ڪوبه امڪان نه آهي. خرچ سمورو هند سرڪار جو آهي، بمبئي سرڪار جو نه آهي. هند سرڪار کي صرف بجيٽ ۾ تبديل ڪري اهو قرض بمبئيءَ جي عيوض سنڌ جي کاتي ڪرڻو پوندو.

(۴) مسٽر جيرامداس جو چوٿون دليل اهو آهي ته بمبئيءَ سان گڏ رهڻ ڪري، سنڌ ۾ ريلوي جا رستا وڌيڪ درست ٿي سگهندا. اوهان کي معلوم آهي ته ريلوي صوبائي سرڪار جي هٿ ۾ نه آهي. ڪٿي اها ڳالهه مڃجي ته بمبئي سرڪار هند سرڪار ۾ پنهنجو

اثر هلائي، اسان جا ريلوي رستا درست ڪرائي سگهندي؛ پر ان لاءِ هٿ جي ڪنگڻ کي ڏسڻ لاءِ آرسيءَ جي ضرورت نہ آهي. هن وقت تائين بمبئي سرڪار اسان جي ريلوي سڌارڻ لاءِ ڇا ڪيو آهي، جو آئنده منجهانس نيڪيءَ جي اميد رکي سگهون. هوڏانهن پنهنجي ريلوي ڪروڙها روپين جي خرچ سان بجليءَ تي ڪرائي اٿن، پر اسان لاءِ ڪجهہ نہ ڪيو اٿن. بمبئي کي هميشه پنهنجي نفعي طرف ڌيان رهي ٿو، اسان جي فائدي کي هو سندن مفاد جي متضاد سمجهن ٿا.

(٥) مسٽر جيرامداس وڌيڪ چوي ٿو تہ بمبئيءَ ۾ ڪيترا اثر وارا ليڊر رهن ٿا، جي عوام جي حقن لاءِ لڙي سگهن ٿا، پر سنڌ ۾ اهڙا ماڻهو ڪيس ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿا اچن. آءٌ اهڙي بزدليءَ واريءَ راءِ کي قبول ڪري نٿو سگهان. جيڪڏهن پنجاب سان آئنده ۾ دريائن جي پاڻيءَ جي ورهاست تان لڙنو آهي، تہ اها لڙائي اسان هزارن ميلن جي پنڌ بمبئيءَ مان لڙڻ جي عيوض سنڌ مان وڌيڪ سولائيءَ سان لڙي سگهون ٿا. وڌيڪ هو چوي ٿو تہ بمبئي سرڪار سکر بيراج لاءِ وڌيڪ لائق انجنيئر هٿ ڪري سگهي ٿي؛ اهو دليل بہ غلط آهي. سکر بيراج لاءِ خرچ هند سرڪار ڪري ٿي، ان پيسي تي سر هٽريمن بمبئي سرڪار جي عيوض اسان جو چيف انجنيئر ٿي ڪم سنڀالي سگهي ٿو.

(٦) مسٽر جيرامداس جو هڪ اعتراض اهو آهي تہ بمبئي ڪائونسل ۾ سنڌ جا مسلمان ميمبر نا اهل ثابت ٿيا آهن. سنڌس ان دليل کي قبولڻ لاءِ آءٌ تيار نہ آهيان. ان لاءِ دليل سيٺ هرچند راءِ جي اعتراض

جي جواب ۾ اڪيئي ڏنا اٿر. وڏيڪ هو چوي ٿو سنڌ جدا ٿيڻ بعد پرنسيپال شارپ ۽ ڊاڪٽر مثن جهڙا لائق استاد سنڌ حاصل ڪري ڪين سگهندي. ڪيس ياد ڪرڻ گهرجي تہ هر شيءِ سندس قيمت تي ملندي آهي. جيڪڏهن اسان بہ پيسو خرچ ڪنداسون، تہ بهترين استاد حاصل ڪرڻ ۾ اسان کي ڪابہ تڪليف نہ ٿيندي. سنڌ جي جدائيءَ بعد اسان بهترين ماڻهو حاصل ڪري سگهنداسون. هن وقت اسان کي اهي بمبئي سرڪار طرفان ميسر ڪري نتا ڏنا وڃن.

(٧) وڏيڪ مسٽر جيرمداس چوي ٿو تہ سنڌ ٽن چئن وزيرن جي پگهار جو بار کڻي نہ سگهندي. اهو دليل بيڪار آهي. جڏهن ڪراچي ميونسپالٽي ٻن هزارن جو چيف آفيسر رکي سگهي ٿي، تہ صوبي سنڌ لاءِ چند هزار خرچ سان وزير رکڻ ۽ اسيمبلي قائم ڪرڻ ڪو مشڪل مسئلو نہ آهي.

(٨) مسٽر جيرامداس جي سنڌ جي جدائيءَ خلاف دليلن سان هڪ هي بہ آهي تہ سنڌ جي جدائيءَ جي حالت ۾ وڌايل خرچ جي پورائيءَ لاءِ زياده محصول وجهڻا پوندا. ان نڪتہ چينيءَ جي صداقت ۾ بہ مون کي يقين نہ آهي. هن وقت جيڪڏهن اوهان بمبئي کاتي جي بجيٽ تي نظر ڪندا تہ معلوم ٿيندو تہ ان ۾ بہ وڌايل محصول ڏسڻ ۾ ايندو. ڇا بمبئيءَ سان گڏ رهڻ جي حالت ۾ اسان ان کان بچي سگهون ٿا؟

(٩) وڏيڪ دليل مسٽر جيرامداس جو اهو آهي تہ جنهن صورت ۾ سنڌ سکر بيراج جي قرض ۾ ١٩٧٧ع تائين پيڙبي رهندي، ان ڪري ان ۾ تعميري سڌاري

لاءِ پيسو ميسر ٿيي نہ سگهندو، ۽ صوبو سنڌ پوئتي رهيو پيو هوندو. اهو عجيب منطق آهي. اوهان جيڪڏهن چتائي ڏسندا تہ اڄڪلهہ جي جديد رياست قرض کڻڻ کان سواءِ سڌاري جون اسڪيمون هٿ ۾ کڻي نہ سگهندي. ان حالت ۾ اڪثر اڳين پڻي ئو تہ هڪڙا قرض ادا ڪري پيا قرض کڻبا آهن. اهڙيءَ طرح پيدائش بہ وڌائي سگهبي ۽ ملڪ بہ ترقي ڪري سگهندو. اسان جي ڪراچي ميونسپالٽيءَ بہ قرض کڻي سڌارا ڪري رهي آهي. قرض کان ڊڄي سڌارا نہ ڪرڻ غيردانشمندي ۽ ڪوتاهہ انديشيءَ جو ڪم آهي.

(١٠) هن وقت ملڪ جي سياست ۾ ”چوندن جي مسئلي“ کي گهڻي اهميت ڏني وڃي ٿي. منهنجي نظر ۾ اها ڳالهہ غير ضروري آهي ۽ حد کان مٿي اهم سمجهي ٿي وڃي. چوندن جي طريقي جو سوال نہ صرف هندستان، بلڪ دنيا جي مختلف ملڪن ۾ اختلافي ۽ معجهائيندڙ مسئلو پئي رهيو آهي. ان جي خاطر خواهہ حل لاءِ هر جاءِ تي ڪوشش هلندڙ آهي. مون کي اميد آهي تہ هتي بہ نيڪ اسان ان مسئلي کي حل ڪري ويندا سون.

مسٽر جمشيد جي مٿي ذڪر ڪيل پمفليٽ ۾ چاڻايل لفظن مان معلوم ٿيندو تہ ان وقت ڏاري فرقيوار اختلاف ايتري حد کي پهچي چڪا هئا، جو پراڻا، تجربيڪار ۽ مخلص قومي ڪارڪن، جهڙوڪ سيٺ هرچند راءِ وشنداس، جو سنڌ جي جدائيءَ جي فائدي وارن ڪارڪنن جو مدارالمهام هو، مسٽر جيرامداس دولترام ۽ ڊاڪٽر چوئيترام گدوائي، جي قوم پرست سياستدانن جي صف اولين ۾ هئا، سي بہ رخ بدلائي بمبئي کان سنڌ جي علحدگيءَ جي مخالفت ڪرڻ لڳا

اُنهن حالتن کي مدنظر رکي، ڪن سنڌ جي خيرخواهن جولاءِ ۱۹۲۷ع تي سنڌ ۾ سنڌ نئشنل ليگ قائم ڪئي، جنهن ۾ هندو مسلم اختلافي مسئلن کي حل ڪرڻ ۽ ٻنهي فرقن جي ڪارڪنن گڏجي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. سنڌ جي جدائي جي مسئلي ۾ به هُنن خاصي دلچسپي ورتي.

سنڌ جي جدائيءَ بابت هندو فرقيوار ذهنيت وارن ڪانگريس ڪارڪنن، آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ کي تحريص ڏياري، مارچ ۱۹۲۸ع ۾ هڪ ڪاميٽي، پرشوتم داس ٺاڪرداس جي چيئرمينيءَ هيٺ، چند ميمبرن تي مشتمل، مقرر ڪرائي، جنهن کي ان مسئلي جي مختلف پاسن تي غور ڪري رپورٽ ڪرڻي هئي. ان جا مکيه ميمبر هيٺيان هئا:

(۱) پروفيسر چبلاڻي، (۲) مسٽر جيرامداس دولترام، (۳) شيخ عبدالمجيد سنڌي، ۽ (۴) سيٺ حاجي عبدالله هارون.

ان ڪاميٽيءَ تي مسلمان ميمبرن کي سندن رضامنديءَ کان سواءِ نامزد ڪيو ويو هو. ان ڪاميٽيءَ جي آخري نشست ۾ شيخ عبدالمجيد به شرڪت ڪئي هئي، ليڪن ڪو سمجهوتو ٿي نه سگهيو. ان ڪاميٽيءَ سنڌ جي جدائي بعد ٻن ڪروڙن کوٽ جي رپورٽ پيش ڪئي. ان جي باوجود سنڌ جي جدائيءَ جي فائدي وارا هندو مسلمان سڀ ان ارادي تي محڪم رهيا ته سنڌ کي پنهنجي توفيق آهر خرچ گهٽائي خودڪفيل ڪري هلائي سگهبو. ان رپورٽ جي جواب ۾ سوامي گووند آنند، پريزيڊنٽ ڪانگريس ڪميٽيءَ، سنو مضمون لکيو، جنهن ۾ کوٽ جي خوف کي هن غير اهم ۽ بي بنياد ثابت ڪيو.

ان عرصي ڊاري بمبئيءَ ۾ آل پارٽيز نئشنل ڪنوينشن ڪئي ٿي، جنهن ۾ سنڌ مان شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ بابا مير محمد بلوچ شامل ٿيا. ان وقت گمان هو ته نهرو ڪاميٽيءَ جي رپورٽ ان ۾ پيش ٿيندي؛ پر اها ان وقت تائين تيار ٿي

نہ سگھي ڪري وري ان ڪنوينشن جو اجلاس ملتوي ڪري لکنو ۾ رکيو ويو. ان موقعي تي گڏ ٿيڻ جو فائدو وٺي، سنڌ جي هندو مسلم قومي ڪارڪنن جو وفد مهاتما گانڌيءَ ۽ ٻين ڪانگريس ڪارڪنن سان مليو، ۽ سندن اڳيان سنڌ جي جدائيءَ لاءِ عرضداشت پيش ڪئي.

نيشنل ڪنوينشن جو اجلاس لکنو ۾ سيپٽمبر ۱۹۲۸ع تي ڊاڪٽر مختار احمد انصاريءَ جي صدارت هيٺ ڪئو ٿيو، جنهن ۾ نهرو رپورٽ پيش ٿي. ان رپورٽ ۾ سنڌ هندو مسلم پئڪٽ جو ذڪر ڪري، سنڌ جي جدائيءَ لاءِ سفارش ڪيل هئي. البت ان ۾ سنڌ جي مالي حالت تي غور ڪرڻ ضروري ڄاڻايل هو. ان ميٽنگ ۾ سنڌ جي جدائيءَ جي خلاف هندو فرقہ پرست گروه نهرو رپورٽ جي مخالفت ڪئي، ۽ سنڌ جي هندو مسلم پئڪٽ کي نا قبول ڪيو. بهرحال ڪنوينشن ۾ گهڻي بحث مباحثي بعد سنڌ بابت هڪ فارمولا ٺاهيو ويو، جو سڀني آيل صاحبن قبول ڪيو. ان تي بمبئيءَ جي قومي ڪارڪن مسٽر ايم، سي چاڳلا (ٿورو وقت اڳ پارت جو پرڏيهي وزير) ۽ مولانا شوڪت عليءَ بہ صحيح ڪئي. سنڌ مان هيٺين مکيہ ڪارڪنن ان تي صحيح ڪئي:

(۱) شيخ عبدالمجيد سنڌي، (۲) حاجي مير محمد بلوچ، (۳) سوامي گووند آنند، (۴) ڊاڪٽر چوئٿرام گدوائي، (۵) مسٽر جيرامداس دولترام، (۶) پروفيسر گهنشامداس، (۷) مسٽر چيتمل پرسرام، ۽ (۸) لالچند امر ڏنو مل.

ان فارمولا جو لب لباب اهو هو تہ "نهرو آئين عمل ۾ اچڻ بعد سنڌ کي ضروري مالي ڦيرگهيرين سان جدا پرڳڻو ڪيو ويندو. ڪوٽ جي پورائيءَ جو ذمو سنڌين کي کڻڻو پوندو. سنڌ اسيمبليءَ ۾ هندن کي چاليهہ سيڪڙو نمائندگي ڏني ويندي."[۲]

اهو ٺهراءُ باهمي سمجهوتي سان ڪيل هو، ليڪن باوجود ان جي ڪن فرقه پرست هندن طرفان ان جي مخالفت هلي آئي. اُن مخالفت جا ڪارڻ مسلمان جي اڪثريت ۽ مالي ڪوت ڄاڻايا ٿي ويا. انهن صاحبن، ڪجهه وقت کان پوءِ، سکر ۾ هڪ ڪانفرنس سڏائي، جتي لکنو ۾ باهمي سمجهوتي سان قبول ڪيل فارمولا کي رد ڪيو ويو. اها ڪانفرنس لالا لجپت راءِ جي صدارت هيٺ ڪئي ٿي هئي. اُن ڪانفرنس ۾ سوامي گوونـد آنند ۽ مسٽر چيتمل پرسرام لکنو فارمولا جي حمايت ڪئي، پر ڪثرت راءِ انهن جي مخالف ويئي.

انهيءَ سال ۾ آل انڊيا جماعتن سان جميعت العلماء هند، مسلم ليگ، خلافت ڪاميٽي، آل انڊيا ڪانگريس، ۽ پارٽيز نئشنل ڪنوينشن، سنڌ جي جدائيءَ جي فائدي ۾ راءِ جو اظهار ڪيو.

١- جون ١٩٢٨ع تي، سيٺ حاجي عبدالله هارون سنڌ جي جدائيءَ واسطي بمبئي ڪائونسل ۾ ٺهراءُ پيش ڪرڻ واسطي، سنڌ جي جملي مسلمان ميمبرن کي خط لکيو، پر ڪنهن به مسلمان ميمبر، آفيسرن جي خوف يا سستيءَ ڪري، ڪائونسل ۾ ٺهراءُ نه موڪليو. وري به شاباس هجي مسٽر نارائنداس انند جي بيچر کي، جنهن بمبئي ڪائونسل آڏو سنڌ کي جدا صوبي بنائڻ جو ٺهراءُ پيش ڪيو، پر جيئن مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي، وقت نه هئڻ ڪري، مقرر تاريخ تي اهو ڪجي نه سگهيو.

# (۵)

آڪٽوبر ۱۹۲۸ع ۾ هندستان جي اڳين مليل سڌارن جي تعميل ۽ نتيجن متعلق جانچ ڪري نون سڌارن ڏيڻ لاءِ سفارش ڪرڻ واسطي، هڪ ڪميشن برٽش سرڪار مقرر ڪئي، جيڪا پوءِ سائمن ڪميشن جي نالي سان سڏجڻ ۾ آئي. اُن تي هڪ به هندستاني ميمبر موجود نه هئڻ ڪري، هندستان جي سيني سياسي جماعتن اُن جو بائيڪاٽ ڪيو.

بمبئي سرڪار سرڪاري ميمبرن، اڇوتن ۽ سنڌ جي مسلمان ڪائونسل ميمبرن جي مدد سان، آگسٽ ۱۹۲۸ع ۾، بمبئي ڪائونسل ۾ سائمن ڪميشن سان تعاون ڪرڻ لاءِ هڪ صوبائي ڪاميٽي، سر شاهنواز خان ڀٽي جي چيئرمينيءَ هيٺ، مقرر ڪرائي. اُن تي سنڌ مان ٻيو ميمبر سيد ميران محمد شاهه هو. اها ڪاميٽي سائمن ڪميشن سان گڏ ۱۲- نومبر ۱۹۲۸ع تي ڪراچيءَ ۾ آئي. اُن وٽ خانبهادر محمد ايوب کهڙي جي سرپرستيءَ هيٺ هڪ وفد سنڌ جي جدائيءَ لاءِ زوردار نموني ڪيس پيش ڪيو. اُن وفد جا ٻيا ميمبر خانبهادر ولي محمد حسنعلي، مير ايوب خان ۽ مسٽر عبدالرحمان بئريسٽر هئا. سنڌ جي هندن طرفان راءِ بهادر هيرانند کيمسنگ ۽ پروفيسر چبلاڻيءَ ڪميشن جي اڳيان ڪيس پيش ڪيو.

۷- مئي ۱۹۲۹ع تي بمبئي ڪميٽيءَ جي جملي ميمبرن سائمن ڪميشن کي پنهنجي رپورٽ پيش ڪئي، جنهن ۾ هنن سنڌ جي جدائيءَ خلاف راءِ ڏني. ڪميٽيءَ تي سنڌ مان نامزد ٿيل

هڪ ميمبر، سيد ميران محمد شاهہ، آن رپورٽ تي اختلافي نوٽ لکيو. اهو نوٽ هن مسٽر جمشيد ميهتا جي پمفليٽ، جناح صاحب ۽ سرابراهيم رحمت الله جي مشوري سان لکيو. سرشاهنواز پڻ سنڌ جي جدائيءَ خلاف ووٽ ڏنو.

ان کان پوءِ مرڪزي اسيمبليءَ طرفان مقرر ڪيل ڪميٽيءَ سنڌ جي جدائيءَ جي فائدي ۾ راءِ ڏني، پر سائمن ڪميشن پنهنجي رپورٽ ۾ ان جي مخالفت ڪئي.

ان سال ۾، شيخ عبدالمجيد جي ڪوشش سان، سکر ۾ خلافت ڪانفرنس گڏ ٿي، جنهن ۾ ڊاڪٽر مختار احمد انصاري، مولانا ابوالڪلام آزاد، مولانا ظفر علي خان، مولانا حبيب الرحمان، مولانا شوڪت علي ۽ مولانا حسين احمد مدني شامل ٿيا. آن ميٽنگ ۾ شيخ عبدالمجيد نهرو رپورٽ تي ڪي درستيون پيش ڪيون، جي ٽن ڏينهن جي بحث مباحثي بعد اختلاف رکندڙ گروهن قبول ڪيون. سيٺ عبدالله هارون ان جي مخالفت ڪئي؛ پر ان مجلس ۾ شريڪ ٿيندڙ صاحبن جي وچ ۾ پوري سمجهوتي نہ ٿيڻ ڪري، هنن مان ڪيترا آئينده هلي، ان نهراءُ تي قائم رهي نہ سگهيا.

١٨- جون ١٩٢٨ع تي سنڌ جي هندو مسلمان ليڊرن جي ميٽنگ مسٽر ٽيڪمداس واڌو مل بئريسٽر جي جاءِ تي گڏ ٿي، ان جي ڪارروائي ١٩- جون ١٩٢٨ع تي الوحيد اخبار ۾ شايع ٿي، جا هيٺ ڏجي ٿي:

> ”سنڌ جي هندو مسلمانن جو پاڻ ۾ ناهہ. — جڏهن کان محترم شيخ عبدالمجيد صاحب سنڌ جي جدا ڪرڻ جو سوال هندستاني سياسي جماعتن جي سامهون پيش ڪيو آهي، تڏهن کان وٺي ڪي هندو مسٽر جيرامداس دولترام ۽ پروفيسر چبلاڻيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ آن سوال جي سخت مخالفت ڪري رهيا آهن.

جيتوڻيڪ آل انڊيا جماعتن مان آيل آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي، انڊين نيشنل ڪانگريس ۽ آل انڊيا مسلم ليگ انهيءَ راءِ تي متفق ٿي ويئون آهن، پر ان هوندي به مسٽر جيرامداس ۽ ان جا ساٿي هندو مهاسڀا جي معرفت سنڌي مسلمانن جي خلاف ساري هندستان ۾ زهر ڦهلائيندا رهن ٿا، ۽ نتيجو اهو نڪتو آهي ته هندستان جي ٻن وڏين قومن جي وچ ۾ هندستان جي آزاديءَ ۽ حقن بابت ڪو فيصلو نه ٿي سگهيو آهي.

خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته سنڌ ۾ ڪيترا آزاد خيال ۽ وطن پرست غير مسلم جهڙوڪ مسٽر چنتداس منگهارام، مسٽر چيتمل پرسرام، سوامي گووند آنند، جمشيد ميهتا وغيره، انهيءَ نقصان رسائيندڙ پروپئگنڊا جي نتيجن کي محسوس ڪرڻ لڳا آهن، جو مسٽر جيرامداس جي تحريڪ کان هندستان جي آزادي ۽ ترقيءَ کي پهچي رهيو آهي. ان ڪري انهن اها ڪوشش پئي ڪئي آهي ته مسلمانن سان نهي، ان سوال جو ڪو خاطرخواهه فيصلو ڪيو وڃي.

هندستان جي مسلمان ليڊرن هميشه سنڌ جي هندو ليڊرن کي يقين پئي ڏياريو آهي ته سنڌ جدا ڪرڻ جي حالت ۾ هندن جي حقن جي حفاظت لاءِ ڪي به جيڪي ضمانتون گهرنديون، سي هو ڏيڻ لاءِ تيار هئا، بشرطيڪ ساڳئي قسم جا حق ۽ ضمانتون مسلمانن کي انهن پرڳڻن ۾ ڏنيون وڃن، جن ۾ مسلمان گهٽ تعداد ۾ رهن ٿا.

ٻه-چار ڏينهن ٿيا ته سوامي گووند آنند صدر صوبه ڪانگريس ڪميٽي، سنڌ، جي صحيح سان اخبارن ۾ هڪ اعلان شايع ٿيو هو ته هندن کي جيڪڏهن

سنڌ جي آئنده ڪائونسل ۾ چاليهه في صدي عيوضيءَ جو حق ۽ ڪي ٻيا حق ڏنا وڃن ته سنڌ جا هندو سنڌ جي جدا صوبي ڪرڻ جي تجويز ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ تيار هئا.

سوامي گووند آنند جي انهيءَ رٿ تي غور ڪرڻ لاءِ سنڌ نشنل ليگ جي ميٽنگ ڪراچيءَ ۾ مسٽر ٽيڪمداس واڌومل جي جاءِ تي ڪالهه ١١ بجي صبوح جو گڏ ٿي، جنهن ۾ ڏيهه کن هندو مسلم اڳواڻ شريڪ ٿيا هئا. ميٽنگ رات جو ١٠ بجي ڌاري هلي، ختم ٿي. ان ۾ شريڪ ٿيل هندو مسلم اڳواڻن گڏجي هڪ پيڪٽ ڪيو آهي، جو اسان ڪنهن ملڻ بعد شايع ڪيو ويندو.

ان عهدنامي جا مکيه شرط هيٺ ڏجن ٿا:

(١) سنڌ جو جدا صوبو ٿيڻ ۽ گڏيل چونڊن جو سرشتو ساڳئي وقت عمل ۾ آندا ويندا.

(٢) سيني جاتين کي ڪائونسلن ۾ عيوضين چونڊڻ جو حق تعداد موجب ڏنو وڃي. پر جيڪڏهن ڪنهن صوبن ۾ ننڍي تعداد واريون جاتيون پنهنجي تعداد کان وڌيڪ عيوضي موڪلڻ جو حق گهرن، ته پوءِ سنڌ جي غير مسلم جاتين کي سندن تعداد کان ڏهه في صدي وڌيڪ عيوضي ڏنا وڃن، ۽ باقي جايون مسلمانن لاءِ مخصوص رکيون وڃن.

(٣) مسلمانن ۽ غير مسلمانن جي عيوضين جو تعداد مقرر هوندو، پر انهن کي هندو مسلم ووٽر گڏجي چونڊيندا.

(٤) قاعدي جي نظر ۾ هندو مسلمان برابر هوندا ۽ نوڪرين ۾ ٻنهي جاتين سان انصاف ڪيو ويندو.

(٥) مذهب بدلائڻ، مسجدن اڳيان باجن وڄائڻ، گئو ڪشي جي سوالن تي ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جا فيصلا بحال رهندا.

(٦) جا رٽ خاص فرقي سان تعلق رکندي هوندي، ان فرقي جي عيوضين جا ٽي پاڱي چار حصا، جي ان جي خلاف هوندا، ته اها رٽ عمل ۾ اچي نه سگهندي. ڪا رٽ فرقيوار آهي يا نه، ان جو فيصلو اسيمبليءَ جي هڪ ڪاميٽي ڪندي.

اهي شرط آهن، جي سنڌ جي تاريخ ۾ پهريون دفعو هندو مسلمانن جي وچ ۾ فيصل ٿيا آهن. انهيءَ ناهه تي ٿيهارو ڪن هندو مسلم ليڊرن صحيحون وڌيون آهن. وڌيڪ صحيحن وٺڻ جي ڪوشش جاري آهي."

اهو پئڪٽ ٢٠- جون ١٩٢٨ع تي الوحيد اخبار ۾ مفصل ڇپيو، جنهن جو لب لباب اڳيئي ڏنل آهي، تنهنڪري ان جو ٻيهر تفصيلوار احوال هتي آڻڻ ضروري نه آهي. فقط ان پئڪٽ تي صحيح ڪندڙن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

(١) مسٽر سنتداس منگهارام، وڪيل، حيدرآباد.
(٢) مسٽر جمشيد نسروانجي ميهتا، پريزيڊنٽ، ڪراچي ميونسپالٽي.
(٣) مسٽر نارائنداس انندجي، ايم. ايل. سي، ڪراچي.
(٤) مولوي محمد صديق صاحب، ڪڏو مدرسو، ڪراچي.
(٥) مسٽر ڪي. پنيا، ايڊيٽر "سنڌ آبزرور"، ڪراچي.
(٦) قاضي عبدالرحمان، وائيس چيئرمن، اسڪول بورڊ ڪراچي.
(٧) سيٺ حاجي عبدالله هارون ايم. ايل. اي، ڪراچي.
(٨) شيخ عبدالمجيد صاحب سنڌي، ڪراچي.
(٩) مسٽر چيتمل پرسرام گاراجاڻي، ڪراچي.
(١٠) چيتو مل ڪ. ٽڏاڻي، ڪراچي.
(١١) قاضي عبدالقيوم، حيدرآباد.

(١٢) وشنو شرما، ايڊيٽر ”هندو جاتي“، ڪراچي.
(١٣) مير الهه بخش ٽالپر، ايڊيٽر ”الوحيد“، ڪراچي.
(١٤) سوامي گووند آنند، ايڊيٽر ”اخبار ڪيسيره“، ڪراچي.
(١٥) مسٽر پرسرام ٿهلراماڻي، ڪراچي.
(١٦) لوڪو مل پريتمداس، مئنيجر ”هندو جاتي“ اخبار ڪراچي.
(١٧) لعل چند امر ڏنو مل جڳتياڻي ڪراچي.
(١٨) مسٽر رستم خورشيد سڌوا، ڪراچي.
(١٩) مسٽر ڪيولرام موڏواڻي، ڪراچي.
(٢٠) سيد جمال الدين حسن بخاري، ڪراچي.
(٢١) غلام حسين غفور ڀائي، ڪراچي.
(٢٢) ٽيڪمداس واڌو مل، ڪراچي.
(٢٣) دين محمد عليگ، مئنيجر ”الوحيد“، ڪراچي.
(٢٤) مسٽر ايم. ايم. ڪرپالاڻي، ڪراچي.
(٢٥) مولانا دين محمد وفائي، ڪراچي.
(٢٦) مکي هرڪشنداس، حيدرآباد سنڌ.

هن سمجهوتي تي شيخ عبدالمجيد صاحب سنڌيءَ الوحيد اخبار جي ايڊيٽوريل ۾ هيٺينءَ طرح راءِ ظاهر ڪئي:

”خدا جو شڪر آهي ته سنڌ جا هندو اڳواڻ سنڌ کي جدا پرڳڻي ڪرڻ جي سوال تي متفق ٿيڻ لڳا آهن. مون کي اميد آهي ته سنڌ جا هندو ۽ مسلم اڳواڻ انهيءَ ناهه تي پورو غور ۽ خوض ڪري، پنهنجو رايو ظاهر ڪندا.“

سنڌ جو سوال هندستان جي آزاديءَ ۽ اتحاد جي سوال سان ڳنڍيو پيو آهي.

ساري ايشيا ۾ جي حالتون پيدا ٿي رهيون آهن، سي انهيءَ ڳالهه جي تقاضا ڪري رهيون آهن ته هندستان ۾ آزاديءَ جي هلچل کي پوريءَ قوت سان

هلايو وڃي، ۽ سنڌ کي جدا پرڳڻي ڪرڻ جي سوال کي ٻن قومن جي وچ ۾ نفاق پيدا ڪرڻ جو سبب نه بنايو وڃي. ٺاهه موجب جي رعايتون هندن کي ڏنيون ويئون آهن، تن کان وڏيڪ رعايتون ڏيڻ ناممڪن آهي.

پر سنڌ جي آينده ترقيءَ ۽ سڌاري جو سوال سنڌ کي جدا پرڳڻي ڪرڻ سان ڳنڍيو پيو آهي، تنهنڪري سنڌ جي فائدي خاطر مسلمانن کي اهي رعايتون ضرور ڏيڻ گهرجن — خاص ڪري جڏهن ٻين پرڳڻن جا مسلمان، جي گهٽ تعداد ۾ آهن، سي هندن کان ساڳئي قسم جون رعايتون گهري رهيا آهن.

آءٌ ذاتي طرح ڪنهن به پرڳڻي ۾ ڪنهن به ننڍي تعداد واريءَ قوم کي خاص رعايتن ڏيڻ جي خلاف آهيان. سڀني قومن کي پنهنجن پرڳڻن جي ڪائونسلن ۾ عيوضپڻي جو حق فقط تعداد موجب ڏيڻ گهرجي. پر جيڪڏهن تعداد کان مٿي عيوضپڻي جو اصول تسليم ڪيو وڃي، ته پوءِ اهو اصول سڀني پرڳڻن سان هڪجهڙو لاڳو ٿيڻ گهرجي.

لکنو پئڪٽ موجب جيئن اڄ آهي تيئن هندستان جي ڪنهن به پرڳڻي جي ڪائونسل ۾ مسلمانن جي ڪثرت راءِ نه رهي آهي. پر هندستان جي هندن سان جيڪو ٺٺون ٺاهه اسان ڪرڻ گهرون ٿا، تنهن موجب:

(۱) سنڌ کي جدا پرڳڻو ڪيو ويندو، ۽ ان کي ساڳيا حق ڏنا ويندا، جيڪي ٻين پرڳڻن کي ملندا، ۽ سنڌ جي قانون ساز اسيمبليءَ ۾ اسان جو تعداد سٺ في صديءَ کان گهٽ نه ٿيندو.

(۲) نارٿ ويسٽرن فرنٽيئر صوبي کي به جدا پرڳڻو

ڪيو ويندو ۽ ان ۾ مسلمانن جو تعداد هندن کان
تمام گهڻو آهي.

(٣) برٽش بلوچستان کي به جدا پرڳڻو ڪيو ويندو
۽ ان جي ڪائونسل ۾ به اسان جو تعداد تمام
وڌيڪ رهندو.

(٤) پنجاب جي ڪائونسل ۾ به مسلمانن جو تعداد
وڌيڪ رهندو.

(٥) بنگال ڪائونسل ۾ به مسلمانن جو تعداد
وڌيڪ رهندو.

(٦) جيڪڏهن پرڳڻن ۾ ننڍين تعداد وارين قومون
عيوضيٽي جو وڌيڪ حق گهرنديون، ته پوءِ مرڪزي
قانون ساز ڪائونسل ۾ به گهٽ تعداد جي مسلمانن
کي وڌيڪ حق ڏنو ويندو.

(٧) باقي پنج پرڳڻا رهيا، جيئن ته بمبئي، مدراس،
يو پي، سي پي ۽ بهار جنهن ۾ هندن جو تعداد مسلمانن
کان تمام گهڻو آهي، پر انهن پرڳڻن ۾ مسلمانن کي
وڌيڪ عيوضيٽي جو حق ڏنو ويندو، جيڪڏهن سنڌ
۽ ٻين پرڳڻن ۾ هندو پنهنجي لاءِ وڌيڪ حق گهرندا.

(٨) هندو ۽ مسلمان ووٽرن کي نه فقط هندن جي
عيوضين کي، پر مسلمان عيوضين کي به گڏجي
چونڊڻو پوندو.

(٩) سيني ڪائونسلن ۾ مسلمان ۽ غير مسلمان
عيوضين جو تعداد مقرر هوندو.

منهنجي خيال ۾ اهو ئاهه هندستان جي ٻنهي وڏين
قومن، هندن ۽ مسلمانن، لاءِ انصاف وارو ئاهه آهي،
جو ملڪ جي هرهڪ خيرخواه ۽ آزادي چاهيندڙ کي
قبول ڪرڻ گهرجي، ۽ انهيءَ ئاهه پٽاندر جڏهن ٻئي
قومون گڏجي ڪوشش ڪنديون، تڏهن پنهنجي ملڪ
کي آزاد ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي وينديون. هندستان

جي آزادي ساري ايشيا جي آزاديءَ جي هم معنيٰ آهي، جنهن ۾ ڪيترا اسلامي ملڪ به اچي وڃن ٿا."

هن سنڌ جي قوميءَ سمجهوتي جو ذڪر نهرو ڪميٽيءَ جي رپورٽ ۾ ٿيل آهي. ان سمجهوتي لکنو ڪنوينشن وقت ڳالهين ۾ گهڻي مدد ڪئي.

ڊسمبر ١٩٢٨ع تي، آل انڊيا مسلم ليگ جو اجلاس، راجا محمود آباد جي صدارت هيٺ، ۽ آل انڊيا ڪانگريس جو اجلاس پنڊت موتيلعل نهرو جي صدارت هيٺ، ۽ آل انڊيا خلافت ڪميٽيءَ جو اجلاس مولانا محمد عليءَ جي صدارت هيٺ، ڪلڪتي ۾ ڪوٺايا ويا. سنڌ مان شيخ عبدالمجيد ۽ مير محمد بلوچ اتي ويا. جيتوڻيڪ مٿين جماعتن ۾ ڪيترن سوالن تي اختلاف ٿيا، ليڪن سنڌ جي جدائيءَ واري سوال تي سڀئي جماعتون متفق هيون.

ڪلڪتي مان مسلمان ڊيليگيٽ موٽي دهليءَ ۾ آيا— آل انڊيا مسلم ڪانگريس جا هزهائينس سر آغا خان جي صدارت هيٺ ٣١- ڊسمبر ١٩٢٨ع تي ڪٺي ٿي رهي هئي، آتي صوبائي ۽ مرڪزي اسيمبلين جا مسلم ميمبر شرڪت لاءِ آيل هئا. ان ڪانفرنس ۾ جناح صاحب ۽ نهرو رپورٽ جا طرفدار ميمبر شامل نه ٿيا. هن آل انڊيا مسلم ڪانفرنس ۾، پهرين جنوري ١٩٢٩ع تي هڪ ٺهراءُ پاس ٿيو، جنهن ۾ هندستان جي مسلمانن جون جملي گهرون ڄاڻايل هيون. اهو ٺهراءُ آئينده لاءِ مسلم گهرن جي بنياد طور ڪم اچڻ لڳو. جناح صاحب جو ١٤ نڪتن وارو پوءِ وارو مسودو به ان جي بنياد تي تيار ٿيو. ان ڪانفرنس ۾ سنڌ مان سيد ميران محمد شاهه، ميان عبدالحميد پناڻ سکر وارو، حاجي مير محمد بلوچ ۽ حاجي عبدالله هارون شريڪ ٿيا هئا. ان ٺهراءُ ۾ سنڌ جي جدائيءَ جو سوال شامل ٿيل هو.

---

٢٦- مئي ١٩٣٠ع تي خانبهادر محمد ايوب کهڙي سيد علي محمد شاهه راشديءَ جي مدد سان هڪ ڪتاب "سفرنگ آف سنڌ" نالي سان ڇپائي پڌرو ڪيو، جنهن ۾ نهايت مدلل طريقي سان سنڌ جي جدائيءَ لاءِ ڪيس پيش ڪيو ويو هو. اُن ڪتاب جو تت، ان مان ورتل مکيه اقتباسن سميت هيٺ پيش ڪجن ٿا:

پيش لفظ:

"گذريل ٨٣ ورهين جي سنڌ تي بمبئيءَ جي تسلط ذري گهٽ ان کي تباهيءَ جي ڪناري تي آڻي ڇڏيو آهي. جنهنڪري سنڌ جي رهاڪن مجبور ٿي ان غير فطري ڳانڍاپي خلاف بغاوت ڪئي آهي. هاڻ به جي جلد ان کي بمبئيءَ کان جدا ڪري علحده صوبو نه بنايو ويو، ته ان کي وڏيڪ نقصان پهچندو. سنڌ جي هرهڪ سچي فرزند جو ان حالت ۾ فرض آهي، ته ان جي آزاديءَ لاءِ هرقرباني ڪرڻ لاءِ تيار رهي. اجا وقت نه آيو آهي ته تشدد جو استعمال ڪجي. اسان درخواستن، دليلن ۽ حجتن جي ذريعي پنهنجو طرف پيش ڪري، مقصد حاصل ڪري سگهون ٿا. منهنجي خيال موجب موجوده حالتن هيٺ اسان تشدد استعمال ڪري سگهڻ جهڙا نه آهيون. نه ان ذريعي ڪاميابيءَ جي اميد آهي، جيتوڻيڪ اسان مان هرهڪ تنگ ٿي پيو آهي.

”اها ڳالهه صاف ظاهر آهي ته جڏهن اسان سنڌ جي ٻچي ٻچي ۾ آزاديءَ جو جذبو پيدا ڪري سگهياسون ته پوءِ دنيا جي ڪابه طاقت ان کي زورايءَ غلاميءَ ۾ رکي نه سگهندي.

”آزاديءَ جي حصول ۾ اسان کي گهڻيئي مشڪلاتون درپيش اينديون، پر جيڪڏهن اسان صحيح مقصد لاءِ سچي جذبي سان ڪم ڪنداسون، ته سڀني رنڊڪن کان لنگهي پار پئي، سنڌ کي آزاد ڪرائي سگهنداسون. بمبئيءَ سان سنڌ جي ڳانڍاپي اسان کي زندگيءَ جي هر معاملي ۾ تباهه ڪري ڇڏيو آهي.

”سنڌ تاريخ جي هر دؤر ۾ جداگانه حيثيت رکي آهي، ۽ حق خود اراديءَ جي بنياد تي هاڻ به آزاديءَ جي حقدار آهي. آزادي سنڌين جي جنم جو حق آهي؛ تنهنڪري هرهڪ سنڌيءَ جو فرض آهي ته ان کي بمبئيءَ جي غلاميءَ کان آزاد ڪرائي. آءٌ سنڌ جي آزاديءَ لاءِ هر قرباني ڏيڻ لاءِ تيار آهيان.

”ڪي ماڻهو آهن، جن کي بمبئيءَ سان گڏ رهڻ ڪري فائدا حاصل ٿيا آهن، سي طرح طرح جا دليل ڏيئي، موجوده حالتن کي برقرار رکڻ گهرن ٿا. اهڙن گروهن جي جواب ۾ هي ڪتاب لکيو اٿم.

آخر ۾ آءٌ فيصلہ ڪندڙ اختياريءَ وارن کي ذهن نشين ڪرڻ گهران ٿو ته سنڌي هاڻ فيصلو ڪري چڪا آهن ته ڪهڙيءَ طرح سان هو ان غلاميءَ کان آزادي حاصل ڪندا. اهو سنڌن لاءِ زندگيءَ ۽ موت جو سوال آهي؛ تنهنڪري ڪين، انصاف ۽ حق جي نالي ۾، پرزور عرض ڪندس ته سنڌ جي غلاميءَ جي زنجيرن ٽوڙڻ لاءِ جلد ۾ جلد فيصلو ڪن.“

سنڌ جي جدائيءَ لاءِ تاريخي ثبوت:

”(١) جيتري قدر تاريخي ثبوت ميسر ٿي سگهيو آهي، ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ اڪثري پنهنجي حاڪمن جي هٿ هيٺ علحده حڪومت رهي آهي، پر جڏهن ڌارين جو قبضو مٿس ٿيو آهي، تہ بہ جدا صوبائي حيثيت قائم پئي رهي اٿس. اڳين ڏينهن ۾ سنڌ جا گورنر، الور، برهمن آباد، منصوره، سيوهڻ ۽ نيرون ڪوٽ جي هيڊ ڪوارٽرن ذريعي حڪومت ڪندا هئا.

”(٢) سڪندر اعظم ۽ راءِ گهرائي جي وچ واري عرصي بابت ڪا محقق تاريخي ثابتي ملي نہ سگهي آهي، پر ڏسجي ٿو تہ سنڌ ان وقت بہ جدا هستي قائم رکندي آئي، جو ان جي خلاف ڪوبہ ثبوت نٿو ملي. سڪندر اعظم جي سفر جو احوال سندس ڪمانڊر جو لکيل ميسر ٿي سگهيو آهي، ان مان بہ پتو پوي ٿو تہ سنڌ انهن ڏينهن ۾ بہ جدا ملڪ جي حيثيت رکندڙ هئي.

”(٣) عرب جاگرافي دان، ابوالقاسم بن خرداز بہ جنهن جو عرب حڪومت جي زماني ۾ وڏو درجو هو، سو سندس ڪتاب ”ڪتاب المسالڪ و الممالڪ“ (رستن ۽ ملڪن جو ڪتاب) ۾ هيٺينءَ طرح سنڌ بابت لکي ٿو:

’سنڌ ۽ ايران جي حد نرمانشور تي مقرر ٿيل آهي. سنڌ جي حڪومت هيٺين ايراضين تي مشتمل آهي: ڪزبان (مڪران جو شهر)، مڪران، قنڌار، ڪاسران جو (موجوده سنڌ جو ڪو شهر)، نوڪان (هي شهر طوس نيشاپور جي پر ۾ هو)، قندابيل، آرام بيل، ڪنابزون، ڪنابلي، سبان، سدوسان، ديبل، رسڪ، الور، وندن، ملتان، سنڌان، مبذل، سلمان، ميراست، ڪزح، روملا، ڪولي، قنوج ۽ بروچ، اهي سڀ ملڪ

۾ شهر هڪ حاڪم جي هٿ ۾ هئا، جنهن جا
هيڊڪوارٽر ديبل ۽ الور رهندا رهيا.“
”ان حوالي مان صاف ثابت ٿئي ٿو ته سنڌ جي حڪومت
جي ڏکڻ طرف ملڪ پروچ، اتر طرف قندابيل (ڪشمير)،
الهندي طرف نرمانسرا (ايران) هئا.
”ان ڪتاب جي مصنف سن ٣٠٠ هه مطابق سن٩١٢ع
۾ وفات ڪئي آهي، جنهن کي هڪ هزار ورهين کان به
وڏيڪ عرصو گذري ويو آهي. ڪتاب ضرور ڪيترا سال سندس
وفات ۽ کان اڳي لکيو هوندائين.“
” (٤) مشهور تاريخ نويس مسعودي سندس ڪتاب
’مرج الذهب‘ ۾ هينئن طرح لکي ٿو:
’قديم زماني کان وٺي سنڌ هميشه سندس حاڪمن
جي هٿ هيٺ جدا ملڪ جي حيثيت ۾ پئي رهي
آهي‘ اڳين تاريخ نويسن سنڌ ۽ هند کي هميشه جدا
پئي شمار ڪيو آهي. ان جو پتو مسعوديءَ جي
هيٺين رمارڪ مان پوي ٿو:
’هند ملڪ جون حدون جبلن طرف خراسان
تائين پکڙيل آهن ۽ سمنڊ طرف ملتان تائين مقرر
ٿيل آهن، جتان سنڌ جي حڪومت شروع ٿئي
ٿي. انهن ٻنهي ملڪن جي زبانن، مذهبي اعتقادن ۾
وڏو تفاوت آهي. انهن ملڪن جي حڪومتن ۾ اڪثري
اختلاف رهن ٿا. قنوج جو راجا ٻلها راءِ سنڌ جي
راجائن جي خاندان مان آهي. ڪشمير به سنڌي
حڪومت جو صوبو آهي. سنڌ جي زبان هندستان جي
زبانن کان علحده آهي.‘
”اهو ڪتاب مسعودي سن ٣٣٠هه ۾ لکيو آهي، جو
ان کان پوءِ جي تاريخ نويسن اڪثري سنڌ طور پئي ڪتب
آندو آهي.

”(٥) شيخ ابو اسحاق، جو استخريءَ جي لقب سان مشهور آهي، ان بہ سندس ’ڪتاب الاقاليم‘ ۾ سنڌ جون حدون هيٺينءَ طرح ظاهر ڪيون آهن:

’سنڌ جي جدا ملڪ جون حدون ملتان کان وٺي
مڪران تائين شمار ڪيون وڃن ٿيون.‘

”(٦) لکنو جي شاهي ڪتبخاني ۾ هڪ جهونو قلمي ڪتاب ’اشڪال البلاد‘ نالي سان رکيل آهي، جو سن ٥٨٩هه ۾ لکيو ويو آهي. ان ۾ سندس مصنف لکي ٿو تہ

’سنڌ ۽ ان سان ملحق ملڪن جو نقشو مون علحده
ڏنو آهي.‘

”اهو نقشو پوءِ سر ايليٽ ”هسٽري آف انڊيا“ جي پهرئين جلد ۾ ڏنو آهي. ان ۾ ڏيکاريل آهي تہ سنڌ جي ڏکڻ ايرندي طرف سمنڊ ۽ ايران آهن ۽ اتر طرف هندستان اٿس.“

”(٧) ڪتاب ’جميعت التواريخ‘ ۾ ان جو مصنف رشيد الدين لکي ٿو تہ

’هند ملڪ جي هڪ طرف چين ۽ ماچين آهن ۽ ڏکڻ
الهندي طرف سنڌ جو ملڪ ۽ سمنڊ آهن.‘

”(٨) مشهور تاريخ نويس الادريسي، سندس ڪتاب ’نظهر مشتاق‘ ۾ هيٺينءَ طرح لکي ٿو:

’سنڌ جي ملڪ کي پنهنجي جدا حڪومت آهي؛
سرمان، نيرون، ديبل ۽ ٻيا شهر ان ۾ داخل آهن.
ممهل جو ملڪ سنڌ ۽ هند جي وچ ۾ آهي.‘

”(٩) ’چچنامہ‘ جو اصل عربيءَ ۾ لکيل هو، جو ميرزا قليچ بيگ انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي، ان ۾ سنڌ جون حدون هيٺينءَ طرح ڏيکاريل آهن:

’تواريخ نويسن سنڌ جي گاديءَ الور کي سنڌ ۽
هند جي مکيہ شهرن مان شمار ڪيو آهي، جو محلاتن،

عمده عمارتن، باغن ۽ طرح طرح جي چمن سان سينگاريل هو. ان جو بادشاهه راءِ سهاسي هو. ان جي حڪومت جون حدون ڪشمير، مڪران ۽ سمنڊ تائين پکڙيل هيون. ديبل ۽ ڪاروان جا شهر به ان جي هٿ هيٺ هئا.

”(١٠) سنڌ جي مشهور تاريخ نويس، مير محمد معصوم شاهه، ’تاريخ معصومي‘، لکي آهي جنهن ۾ هن سنڌ جي حاڪمن جو ذڪر، راجا ڏاهر ۽ عربن جي حڪومتن کان وٺي مغلن جي حڪومت جي دور تائين، ڪيو آهي، ان ۾ هن ظاهر ڪيو آهي ته ان ساري عرصي ۾ سنڌ جو ملڪ علحده رهيو آهي، جنهن ۾ مکيه شهر الور، برهمڻ آباد، سيوهڻ ۽ ٺٽو ڏيکاريا اٿس.

”(١١) اميه ۽ عباسي عرب شهنشاهن جي دور حڪومت ۾ به سنڌ جا گورنر جدا مقرر ٿيندا هئا.

”محمود غزنويءَ جي دور حڪومت ۾ به سنڌ کي علحده صوبي جي حيثيت ۾ شمار ڪيو ويندو هو.

”ان کان پوءِ سنڌ مڪاني حاڪمن سومرن ۽ سمن جي هٿ هيٺ سن ١٠٥١ع کان سن ١٥١٦ع تائين رهي، جنهن عرصي ۾ اڪثري سنڌ جي حڪومت آزاد رهي، سواءِ وقتي حملن ۽ ٻاهرين دست اندازين جي.

”ان کان پوءِ سن ١٥١٩ع ۾ سنڌ تي ارغون گهراڻي جو تسلط قائم ٿيو، جن جي ڏينهن ۾ به ان جو وجود علحده رهيو. سنڌ کي گاديءَ جو هنڌ ٺٽو هو.

”ارغونن کان پوءِ ترخان گهراڻي لٽي ۾ سنڌ جي حڪومت ڪئي.

”انهن کان پوءِ اڪبر بادشاهه جي ڏينهن ۾ دهليءَ

جي مغل شهنشاهن سنڌ تي تسلط قائم ڪيو، جن جي دور حڪومت ۾ به سنڌ جا گورنر جدا مقرر ٿيندا هئا.

”مغلن جي حڪومت ڪمزور ٿيڻ بعد ميان يار محمد خان ڪلهوڙي طاقت ورتي، سنڌ تي حڪومت قائم ڪئي. سن ١٧٠٠ع جي اول ۾ اهو پهريون سنڌي گورنر مغل شهنشاهن جو مقرر ٿيو، ان کان پوءِ ڪجهه وقت ڪلهوڙه خاندان جي سنڌ تي حڪومت رهي، جن کان ٽالپرن حڪومت ورتي، جي پٽي گهراڻا سنڌ جا نيم آزاد حاڪم ٿي رهيا.

سنڌ کي ١٨٤٣ع ۾ انگريزن جي جنرل، سر چارلس نيپئر، فتح ڪري، برٽش سلطنت جي ماتحت ڪيو. ان جي ڏينهن ۾ سن ١٨٤٧ع تائين سنڌ جدا صوبي جي حيثيت ۾ رهي، جنهن کان پوءِ ڪن مصلحتن جي بنا تي سنڌ کي بمبئي صوبي سان ڳنڍيو ويو.

”(١٢) اهو ته سنڌ جي تاريخي دور جو احوال آهي، ليڪن آثار قديمه جي کوٽائيءَ ذريعي موهن جي دڙي مان حاصل ڪيل معلومات جي بنياد تي چئي سگهجي ٿو ته سنڌ جو ملڪ گذريل ٥٠٠٠ پنج هزار سالن کان تهذيب ۽ تمدن جو مرڪز رهيو آهي.“

سنڌ ۽ بمبئي ۾ اختلاف:

سنڌس ڪتاب ۾ خانبهادر کهڙو سنڌ ۽ بمبئي ڪاتي جي اختلافن تي مفصل تبصرو ڪندي، ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري ته آهي هڪبين کان پري آهن. وچ ۾ وڏو رڻ پٽ کين جدا ڪري رهيو آهي. سنڌن آبهوا مختلف آهي. سنڌن رهاڪن جي طرز معاشرت علحده هئي — هڪ ۾ بارش تي آبادي ٿيندڙ هئي، ته ٻئي ۾ دريا جي سيلاب ۽ واهن تي، وغيره.

زراعت:

پوءِ ان ڪتاب ۾ سنڌ ۽ بمبئيءَ جي زراعتي اختلافن

تي بحث ڪندي، بمبئيءَ جي ڊائريڪٽر آف ائگريڪلچر
ڊاڪٽر هئرولڊ مئن، جي رپورٽ مان حوالو ڏيندي، کهڙي
صاحب لکيو آهي ته "سنڌ بمبئيءَ کان رڻ پٽ ڪري جدا
آهي. هتي جي آبهوا مختلف آهي. بمبئيءَ ۾ بارش تي پوک
ٿئي ٿي، ته سنڌ ۾ واهن ۽ سيلاب تي. اتي جا رهاڪو زبان،
لباس، رسمن ۽ رواجن ڪري، بمبئيءَ جي رهاڪن کان مختلف
آهن، وغيره."

نسلي ۽ ڪلچرل اختلاف:

ان کان پوءِ خانبهادر پنهنجي ڪتاب ۾ سنڌين ۽ بمبئي
پرڳڻي جي رهاڪن جي نسان ۽ ڪلچر جي مختلف هئڻ جو
ذڪر ڪري، سيد ميران محمد شاهه، ميمبر بمبئي ڪائونسل،
جي بمبئي صوبي طرفان سائيمن ڪميشن سان تعاون ڪرڻ
واريءَ ڪميٽيءَ تي ڏنل اختلافي نوٽ ڪي حوالي طور پيش
ڪري ٿو، ان مان هيٺيون اقتباس آندو ويو آهي.

"سنڌي بمبئي علائقي جي رهاڪن کان زندگيءَ
جي طور طريقي، لباس، قومي روايات ۽ ڪردار
ڪري جدا قومي حيثيت رکن ٿا. اهي بنسبت بمبئي
جي، بلوچستان جي رهاڪن سان زياده مشابهت
رکن ٿا."

پوءِ خانبهادر سائيمن ڪميشن جي رپورٽ مان هيٺيون
حوالو پيش ڪري ٿو:

"سنڌين جي زندگي ۽ تمدن هندستان جي ٻين
صوبن کان علحده آهي. ان کي عرب ۽ عراق سان
زياده مشابهت آهي، بنسبت بمبئيءَ جي رهاڪن جي."

زبان جو اختلاف:

پوءِ خانبهادر پنهنجي ڪتاب ۾ سنڌ جي جدا زبان جو
ذڪر ڪندي لکي ٿو: "سنڌ جي جملي ايراضيءَ يعني ٥٢٩٢٤

ميلن جي حد ۾، سنڌي ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي. سنڌ جي
ڪورٽ زبان به سنڌي آهي، سرڪاري دفترن جي اڪثر لکپڙهه
سنڌيءَ ۾ هلائي وڃي ٿي. سنڌ ۾ تعليم سنڌي زبان ۾ ڏني
وڃي ٿي، جنهن جا هزارها اسڪول آهن. ان زبان ۾ ڪيئي
ڪتاب ڇپيل آهن، ۽ ان ۾ ڪيترئي اخبارون ۽ رسالا نڪرن
ٿا. سنڌ جي ٽائيپ ۽ رسم‌الخط علحده آهي. ان ۾ شعر ۽
۽ ادب جو اڪيچار خزانو آهي، جنهن ۾ شاهه لطيف وغيره
جهڙا ڪلاسيڪل شاعر موجود آهن. ١٩٢٠ع ۾ انڊين نئشنل
ڪانگريس هندستاني صوبن جي تنظيم جو اصول زبان جي
بنياد تي قبول ڪيو آهي، ۽ انهيءَ وقت کان، باوجود بمبئيءَ
سان الحاق جي، انڊين نئشنل ڪانگريس تي سنڌ طرفان علحده
نمائنده چونڊي موڪليا وڃن ٿا."

لئنڊ روينيو ۽ آبپاشيءَ جا اختلاف:

ان کان پوءِ خانبهادر سنڌ ۽ بمبئيءَ جي لئنڊ روينيو
سسٽم ۽ آبپاشيءَ جي مختلف دستورن جو مفصل ذڪر ڪري
ٿو، جنهن کي طوالت جو باعث سمجهي، هتي پيش نٿو
ڪيو وڃي.

سنڌ جي مشڪلاتن جو ذڪر:

ان کان پوءِ خانبهادر بمبئي علائقي سان گڏ رهڻ ڪري،
جي سنڌين کي مشڪلاتون درپيش اچن ٿيون، انهن جو مفصل
بيان ڪري ٿو، جنهن جو لب لباب هيءَ آهي:

"(الف) سيني ڪاتن جا مکيه عملدار سنڌ کان ٨ سو
ميل پري رهن ٿا، جن کي نه سنڌ جي مڪاني حالتن جو
پتو آهي، نه ان جي زبان کان واقف آهن. سال ۾ ٿورا پيرا دوري
ڪرڻ سان هو حالتن جو صحيح اندازو ڪرڻ کان قاصر
رهيا آهن.

”(ب) ڏور دراز پنڌ تي صوبي جو هيڊڪوارٽر رهڻ ڪري اڪثر مکيه مسئلن ۽ لکپڙهه جي فيصلي ڪرڻ ۾ تمام دير لڳي ٿي، جنهن ڪري ضروري سوال جلد فيصل نه ٿيڻ سبب نقصان جو باعث بنجن ٿا.

”(ج) وڏي پنڌ جي دوري ڪري صوبائي سرڪار جا اختيار ١٨٦٨ع جي ائڪٽ هيٺ سنڌ جي ڪمشنر کي سپرد ڪيا ويا آهن، جو ڪائونسل ۽ وزيرن جي دائري اثر کان بالاتر رهي ڪري، چڙواڳ حاڪم طور، حڪومت پنهنجي مرضي مطابق پنهنجن زيردست ڪامورن جي مدد سان هلائي رهيو آهي.“

ان کان پوءِ خانبهادر ڪامورن جي ظلم، رسائي، رشوت جو، ۽ خاص ڪري پوليس کاتي جي ڏاڍاين جو ذڪر ڪري ٿو، ان ۾ سن ١٩٢٩ع ۾ سنڌ محمدن ائسوسيئيشن طرفان بمبئي جي گورنر کي ڏنل ائڊريس ۾ ڪيل ذڪر جو حوالو ڏئي ٿو.

ڪراچي بندر جي ترقيءَ ۾ رڪاوٽون:

ڪراچي بندر جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته اهو بندر اتر هندستان جي واپار لاءِ ولايت کي ويجهو ۽ زياده ڪارآمد ٿي سگهي ٿو، ليڪن ان کي بمبئي بندر جي مفاد خاطر نه سڌاريو ويجي ٿو ۽ نه ان جي جديد طرز تي تعمير لاءِ ڪو به انتظام ڪيو ويو آهي. پوءِ سر چارلس نيپئر جا ان بنسبت چيل الفاظ دهرائي ٿو ته ”ڪراچي، سنڌ ۽ پنجاب جو بندر، هندستان جو ليورپول ۽ مشرق جي زينت ٿي سگهي ٿو.“

سنڌ جي آمدرفت جي ذريعن جي خراب حالت:

هن موضوع تي لکندي ظاهر ڪري ٿو ته سنڌ ۾ رستا تمام خراب حالت ۾ آهن. ڪراچيءَ کان سنڌ جي مکيه شهرن تائين موٽر يا لارين جي آمدرفت لاءِ ڪو به رستو نه آهي،

جنهنڪري واپار ترقي ڪري نہ سگهيو آهي. پوءِ بمبئيءَ جو مقابلو ڪري، ٻڌائي ٿو تہ ان ۾ هر طرف پڪا رستا ٺهيل هئا. ان سلسلي ۾ سنڌ محمدن ائسوسيئيشن طرفان بمبئي جي گورنر کي ڏنل اڊريس ۾ ذڪر ڪيل شڪايت جو احوال ڏئي ٿو، ۽ پوءِ ريلوي ۽ دريائي جهاز رانيءَ جو ذڪر ڪري ٿو.

سنڌ ۾ تعليم جيءَ گهٽتائيءَ جو احوال:

سنڌ ۾ مسلمانن جي ابتدائي تعليم طرف بمبئي سرڪار طرفان پوري توجهہ نہ ڏيڻ ڪري ناگفتہ بهہ حالتن جو احوال ڪري، چوي ٿو تہ ٣ سيڪڙو ماڻهو مس لکي پڙهي ڄاڻن ٿا، انگريزي تعليم لاءِ سرڪار طرفان هڪ بہ ڪاليج سنڌ ۾ کليل نہ آهي، تنهن کان سواءِ ڪي هاءِ اسڪول کوليا ويا آهن. پوءِ سرڪار طرفان تعليم لاءِ ائڊوائزري ڪاميٽي، جنهن کي ان جي چيئرمن جي نالي ڪري ”هارٽيگ ڪاميٽي“ سڏيو ويو، جو حوالو ڏيئي لکي ٿو تہ ”سنڌ جي تعليم لاءِ بمبئي سرڪار طرفان ڪوبہ خاطرخواه قدم نہ کنيو ويو آهي، نہ ڪين پوريون گرانٽون ڏنيون وڃن ٿيون، نہ ان جي تعليم جي واڌاري لاءِ قدم کنيو وڃي ٿو.“

انهن شڪايتن بعد لکي ٿو تہ انهن جي سدباب لاءِ ڪوبہ انتظام ٿي نہ سگهندو، جيستائين سنڌ کي جدا صوبو بنائي، حڪومت جي واڳ اتي جي رهاڪن جي حوالي نہ ڏني ويئي آهي.

بمبئيءَ کان سنڌ جي علحدگيءَ متعلق عام راءِ جو هيٺينءَ طرح تفصيلوار ذڪر ڪيو اٿس:

”(١) سر چارلس نيپئر جي وڃڻ بعد، جڏهن سنڌ کي بمبئيءَ سان ڳنڍيو ٿي ويو، تہ ان جي پهرين ڪمشنر مخالفت ڪئي هئي.

”(٢) سيٺ هرچندراءِ وشنداس C. I. E.، آل انڊيا نئشنل ڪانگريس منعقده ڪراچي ١٩١٣ع ۾ پنهنجي استقباليه ڪميٽيءَ واري خطبي ۾ ظاهر ڪيو ته سن ١٨٤٣ع ۾ برٽش سرڪار سنڌ فتح ڪري ان کي جدا صوبي جي حيثيت ۾ سر چارلس نيپئر ،گورنر سنڌ جي هٿ هيٺ رکيو. ۽ ان جي وچ ۾ بعد ڪن نامعلوم مصلحتن خاطر ١٩٤٧ع کان ان کي بمبئي کاتي سان ڳنڍي ڇڏيو، جيڪا صورتحال اڃا تائين قائم رهندي اچي. سنڌ بمبئي کان جاگرافيائي ۽ نسلي طرح جدا صوبي جي حيثيت رکي ٿي، ليڪن باوجود ان جي، ان کي ڪمشنر سنڌ جي ماتحت ڪري، بمبئيءَ سان ڳنڍيل رکيو ويو آهي. جيتوڻيڪ سنڌ جي ڪمشنر جا اختيار بمبئي کاتي جي ٻين ڪمشنرن کان وڌيڪ، ذري گهٽ گورنر جهڙا آهن، تڏهن به گورنر کي ڪائونسل آهي، هن کي اها به نه آهي.“

”(٣) وري ساڳئي سيٺ صاحب سنڌ پراونشل ڪانفرنس طرفان هڪ وفد جي اڳواڻي ڪري، ١٩١٧ع ۾ سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا مسٽر مانٽيگو ۽ لارڊ چيمسفورڊ هندستان جي وائسراءِ کي ملي، هڪ درخواست پيش ڪئي، جنهن جي ڏهينءَ پئرا ۾ هيٺيون عرض ڪيائين:

’درخواست ڪندڙ وڌيڪ عرض ٿا ڪن ته سنڌ جا رهاڪو ٧٠ سالن تائين بمبئي کاتي جي غلاميءَ هيٺ رهيا آهن، جنهن ۾ مٿن ملٽري صوبن جهڙي حڪومت هلائي ويئي آهي: تنهنڪري سندن تقاضا آهي ته جيستائين سنڌ کي آزاد ۽ جدا صوبو بنائي کيس جدا ايگزيڪيوٽو ڪائونسل، چارٽرڊ هاءِ ڪورٽ ۽ جدا انتظامي مشنري ڏيڻ لاءِ سرڪار انتظام ڪري، ان کان اڳ هندستان کي نون سڌارن ڏيڻ وقت ڪم از ڪم سنڌ کي سڌو بمبئي جي گورنر ان ڪائونسل

جي ماتحت ڪيو وڃي، ۽ سنڌ جي ڪمشنر کي
جيڪي اختيار سن ١٩٦٨ع جي ائڪٽ هيٺ ڏنا
ويا آهن، سي واپس وٺي ڪيس بمبئي جي ٻين ڪمشنرن
جي ليول تي آندو وڃي. بمبئي جي گورنر کي چند مهينن
لاءِ ڪراچيءَ رهايو وڃي. ايگزيڪيوٽو ڪائونسل
جا ميمبر به سنڌ ۾ ايندا رهن، ۽ ڪم از ڪم هڪ
دفعو گورنر جي ڪائونسل جو اجلاس ڪراچيءَ ۾
سڏايو وڃي."

"(٤) انڊين نيشنل ڪانگريس پنهنجي ٤٢ اجلاس،
منعقده مدراس، ١٩٢٧ع ۾، ڊاڪٽر مختار احمد انصاريءَ جي
صدارت هيٺ هيءُ ٺهراءُ پاس ڪيو:

'ڪانگريس ان راءِ جي آهي ته هندستان ۾ صوبن
جي ڦيرگهير جو سوال، مناسب تبديلين سان، يڪدم
هٿ ۾ کنيو وڃي. جيڪو به صوبو زبان جي
بنياد تي جدا ٿيڻ گهري، تنهن کي جدا ڪرڻ
جو انتظام ڪيو وڃي. ڪانگريس جي راءِ آهي ته
ان جي شروعات سنڌ کي جدا صوبي بنائڻ سان
ڪئي وڃي.'

"اهو ٺهراءُ پنڊت مدن موهن مالويه پيش ڪيو ۽ پاس
ٿي ويو.

"(٥) آل انڊيا مسلم ليگ پنهنجي عليگڙهه واري اجلاس
۾ سنڌ جي جدا صوبي بنائڻ لاءِ ٺهراءُ پاس ڪري گهر
ڪئي آهي.

"(٦) دهليءَ ۾ آل پارٽيز ڪانفرنس ڪئي ٿي ۽ ان ۾
هيٺيون ٺهراءُ پاس ٿيو:

'هن ڪانفرنس جي راءِ آهي ته نئين آئين تحت وقت
زبان جي لحاظ سان صوبن جي نئين سر جوڙجڪ

ڪئي وڃي، جهڙيءَ طرح آنڌرا، اتڪال، سنڌ، ڪرناٽڪ مرڪزي صوبو، هندي بهار صوبا، جي زبان جي نقطي نگاه کان جدا ٿيڻ جي گهر ڪن، بشرطيڪ
(الف) جدا ٿيندڙ صوبو مالي طور پاڻ پرو هجي،
(ب) جدائيءَ جي تجويز سندس مالي جوابدارين سان صوبي جي رهاڪن اڳيان پيش ڪري ان جي اڪثريت کان پاس ڪرائي وڃي.“

”(٧) ١٩٢٦ع ۾ جڏهن دهليءَ ۾ هندستان جي مرڪزي اسيمبليءَ ۽ ڪائونسل آف اسٽيٽ جا اجلاس ڪنا ٿيا، تہ ان موقعي جو فائدو وٺي، هندو مسلمان ليڊرن گڏ ٿي، هندستان جي مستقبل جي آئين تي پاڻ ۾ صلاح مشورا ڪيا. سر سنڪران نائر، جو اڳتي هلي شائيمن ڪميشن سان مرڪزي اسيمبليءَ طرفان مقرر ٿيل ڪميٽيءَ جو چيئرمن مقرر ٿيو، تنهن مسلمانن کان سنڌ مستقبل جي حقن بابت تجويزن جي گهر ڪئي، جنهن تي جناح صاحب مسلم ليڊرن جي ميٽنگ سڏائي، ڪي تجويزون رٿيون، جن ۾ پين سوالن سان گڏ سنڌ جي جدائيءَ جي بہ گهر ڪيل هئي. انهن تجويزن تي هندو مسلمانن جي ڪثير تعداد رضامندو ظاهر ڪيو، جنهن کان پوءِ انڊين نيشنل ڪانگريس مدراس ۾ سنڌ جي جدائيءَ جو نهراءُ پاس ڪيو.

”(٨) آل پارٽيز ڪانفرنس طرفان هندستان جي آئين ناهڻ لاءِ پنڊت موتيلعل نهروءَ جي چيئرمنيءَ هيٺ هڪ ڪاميٽي مقرر ٿي، جنهن جيڪا تجويز تيار ڪئي، ان ۾ بہ سنڌ جي جدا صوبي بنائڻ جو اصول قبول ڪيل هو.

”(٩) اها تجويز آل پارٽيز ڪانفرنس منعقده لکنو ۾، ڊاڪٽر مختار احمد انصاريءَ جي صدارت هيٺ پاس ٿي، جنهن ۾ بہ سـ

”(١٠) ٧-١ جولاءِ ١٩٢٨ع تي ڪراچيءَ ۾ هندو مسلم

قومي ڪارڪن گڏ ٿيا، جنهن ۾ سنڌ جي جدائيءَ جو اصول
گڏيل چونڊن جي شرط سان قبول ڪيو ويو، ۽ وڌيڪ اهو
به ظاهر ڪيو ويو ته سنڌي سنڌ جي جدائيءَ بعد خرچ برداشت
ڪرڻ لاءِ تيار هئا.

"(١١) سنڌ محمدن ائسوسئيشن طرفان، جا سائيمن ڪميشن
کي عرضداشت پيش ڪئي وئي، ان ۾ هيٺينءَ طرح ظاهر
ڪيل هو:

'سنڌ جي بمبئي کاتي سان شموليت ڪنهن به طرح
نهي ڪا نه ٿي. اهو ميلاپ نسلي، جاگرافيائي، لساني،
زراعتي يا ٻيءَ ڪنهن به هڪجهڙائيءَ تي نه ٿو ٿهڪي
اچي. اهو اتفاقي حادثو هو، ته بمبئي جي لشڪر
سنڌ کي فتح ڪيو، جنهنڪري ان کي ان ناموزون
جوڙ ۾ ڳنڍيو ويو. بمبئي علائقي سان رهڻ ڪري
سنڌ کي تعليمي، مالي، سماجي طرح گهڻو نقصان پهتو
آهي. جنهن ڪري اها بمبئي کاتي جي رهاڪن کان
سيڪنهن معاملي ۾ پوئتي رهجي ويئي آهي. انهن ۽
ٻين ڪيترن سببن ڪري هيءَ ائسوسئيشن ڪميشن
کي پرزور سفارش ٿي ڪري ته سنڌ کي بمبئي کاتي کان
علحده ڪري، ڪيس جدا اسيمبلي ڏني وڃي، ۽ جدا
انتظامي مشنريءَ جي هيٺ هيٺ آندو وڃي. اها گهر
سنڌ جي اڪثر رهاڪن جي آهي، جنهن ۾ مسلمان،
پارسي، ڪرستان ۽ قوم پرست هندو به شريڪ آهن.
هندستان جا سڀ مسلمان به ان گهر جي تائيد ۾
آهن. انڊين نئشنل ڪانگريس به ان تجويز جي اصول
کي قبول ڪيو آهي.'

"(١٢) دهليءَ ۾ آل انڊيا مسلم ڪانفرنس ٣١-
ڊسمبر ١٩٢٨ع ۽ پهرين جنوري ١٩٢٩ع تي هزهائينس سرآغا خان

جي صدارت هيٺ ڪئي ٿي، جنهن ۾ هيٺيون ٺهراءُ ان بابت پاس ڪيو:

'جيئن ته سنڌ کي بمبئي علائقي سان نسلي، لساني، جاگرافيائي ۽ انتظامي نقطي نگاه سان ڪوبه لاڳاپو نه آهي، تنهنڪري هن ڪانفرنس جو رايو آهي ته ان کي جدا صوبو بنائي، جدا اسيمبلي ڏني وڃي. هندو اقليت جي مناسب حقوق جي حفاظت پلي ڪئي وڃي. سنڌ اسيمبليءَ ۾ هندن کي اوتري نمايندگي ڏني وڃي، جيتري قدر مسلمانن کي مسلم اقليت وارن صوبن ۾ ڏيڻ جو اصول قبول ڪيو ويندو.'

"(١٣) نومبر ١٩٢٨ع جي آل پارٽيز ڪنوينشن، منعقده ڪلڪته، اڳيان سنڌ جي مکيه عيوضين، جهڙوڪ سر حاجي عبدالله هارون، شيخ عبدالمجيد ۽ بابا مير محمد بلوچ، وغيره، هڪ دستاويز رکيو، جنهن جي، فقري ۾ هيٺينءَ طرح ڄاڻايو ويو هو:

'اسان جو چوڻ آهي ته سنڌ کي بمبئيءَ کان جدا ڪيو وڃي، ڇاڪاڻ ته سنڌين جي اڪثريت ان ڳالهه جي تائيد ٿي ڪري. آل پارٽيز جي ٺهراءَ نمبر ٤ ۾ مالي ۽ انتظامي ڳالهين جي پوراڻيءَ جو شرط وڌو ويو آهي، سو اهي رڪاوٽون ان جي راهه ۾ نه وجهڻ گهرجن.'

"(١٤) ٢٧، ٢٨ ۽ ٢٩ ڊسمبر ١٩٢٨ع تي سکر ۾ خلافت ڪانفرنس جو اجلاس گڏ ٿيو، جنهن ۾ هيٺيون ٺهراءُ پاس ڪيو ويو:

'جنهن صورت ۾ سنڌ جي رهاڪن جي اڪثريت ان جي جدا صوبي بنائڻ لاءِ مالي ۽ انتظامي خرچ جو ذمو کڻڻ لاءِ تيار آهي، باقي ڪوٺ پرڻ لاءِ

مرڪزي حڪومت کي تيار رهڻ گهرجي؛ تنهنڪري
سنڌ جي جدائيءَ کي مالي پوراڻيءَ جي رنڊڪ سبب
روڪڻ جي هيءَ ڪانفرنس مخالفت ڪري ٿي.“

”(١٥) آل انڊيا مسلم ليجسليٽرس ائسوسئيشن طرفان،
جو ميمورنڊم هند سرڪار کي پيش ڪيو ويو هو، ان ۾ سنڌ
بابت هيٺيون فقرو شامل هو:

ڀاسان پرزور گهُر ٿا ڪريون ته سنڌ کي بمبئي
کان جدا صوبو بنايو وڃي.“

”(١٦) بمبئي قانون ساز ڪائونسل سائمن ڪميشن
کي مدد ڪرڻ لاءِ هڪ ڪميٽي مقرر ڪئي هئي، جنهن سنڌ
جي جدائيءَ جي مخالفت ڪئي هئي، ليڪن ان جي خلاف
سنڌ جي جدا صوبي بنائڻ جي فائدي ۾ سيد ميران محمد شاهه
١٢ صفحن تي مشتمل هڪ جدا منٽ لکيو هو، جنهن ۾
هن مختلف دليلن سان، سنڌ جي جدائيءَ لاءِ جواز پيش
ڪيو هو.

”(١٧) ٣١- مئي ١٩٣٠ع تي سر شاهنواز خان ڀٽي
پريزيڊنٽ سنڌ محمدن ائسوسئيشن، حيدرآباد ۾ سنڌ جي مکيه
زميندارن جي ڪانفرنس سڏائي، ان ۾ سنڌ جي جدائيءَ لاءِ
ٺهراءُ پاس ڪرايو، جنهن کان پوءِ سنڌ جي مکيه شهرن مان
به ٺهراءُ پاس ٿيا.

ڪتاب ۾ اهڙيءَ طرح ٻيا به ڪيترائي مثال ۽ ثبوت
ڏيئي، سنڌ جي جدا صوبي بنائڻ جي ڪيس کي ثابت ڪرڻ
جي ڪوشش ڪيل آهي. ان کان پوءِ ڪتاب ۾ مسٽر جمشيد
نسروانجي ميهتا جي پمفليٽ جا حوالا آندا آهن، جنهن پمفليٽ جو
ذڪر مٿي ٻئي هنڌ آندو ويو آهي.

بعد ۾ ان ڪتاب منجهه سنڌ جي جدا انتظام تي بحث

ڪري هي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪيل آهي ته سنڌ جي جدا صوبي ۾ گورنر ۽ وزيرن کي ڪافي ڪم ڏيندو.

ان ڪتاب ۾ سنڌ کي بلوچستان سان گڏڻ جي به گهر ڪيل آهي، جنهن ۾ ان وقت ملٽريءَ جي حڪومت هلي رهي هئي، جنهن ڪري اتي جا ماڻهو زبون حالت ۾ هئا.

وڌيڪ ان ۾ ائين به ڄاڻايو ويو آهي ته زيارت يا ڪوئيٽا کي سنڌ جي هِيل اسٽيشن ڪري ڪم آڻي سگهجي ٿو.

وڌيڪ ڪتاب ۾ ان ڳالهه جي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪيل آهي ته سنڌ ننڍو صوبو نه ٿيندو، بلڪ هندستان ۾ ان کان به ننڍين ايراضين کي جدا انتظام هيٺ هلايو پيو وڃي، جهڙوڪ مارواڙ، اجمير، ڪورگ اهڙيئي جدا يونٽ طور هلايا پئي ويا.

ڪتاب ۾ سنڌ جي جدائيءَ جي مخالفت جي ٻن دليلن ته (١) سنڌ لاءِ ماهر ۽ عمده آفيسر ملي ڪين سگهندا، ۽ (٢) سنڌين ۾ حڪومت هلائڻ جي لياقت نه هئي،— تي بحث ڪري ثابت ڪيل هو ته آهي ٻيئي دليل اڻ پورا هئا، ۽ سنڌ لاءِ ماهر ۽ عمده آفيسر ملڻ جي ڪوتي نه ٿيندي ۽ سنڌين ۾ حڪومت هلائڻ لاءِ ڪافي لياقت موجود هئي.

بعد ۾ بمبئي ڪائونسل طرفان سائيمن ڪميشن کي مدد ڪرڻ لاءِ مقرر ٿيل ڪاميٽيءَ جي رپورٽ ۾ ڄاڻايل هيٺين اعتراض جو جواب ڏنو ويو آهي: ڪاميٽيءَ جو چوڻ هو ته

”جيڪڏهن سنڌ کي جدا صوبو بنايو ويو ته ابتدا ۾ ڪيس پنهنجي صوبن جهڙا حق نه ڏنا ويندا، تنهنڪري بمبئيءَ سان گڏ نه رهڻ ڪري وڌيڪ حقن ملڻ جي، فائدي کان محروم رهجي ويندي.“

ان جي خلاف سيد ميران محمد شاهه جي اعتراضي نوٽ مان هيٺيون ٽڪرو پيش ڪيل آهي:

”مون کي خبر ناهي پوي ته جڏهن صوبن کي حق خود اراديءَ جي بنياد تي جدا صوبي بنائڻ جو اصول عام طرح قبوليو وڃي ٿو، ته پوءِ ڪهڙن بنيادن تي ڪن صوبن کي وڌيڪ اختيار ۽ ڪن کي گهٽ اختيار ڏيڻ جي ڳالهه ڪئي وڃي ٿي؟ اها گهر رڳو سنڌ طرفان نه ڪيل آهي، پر آسام ۽ ٻين صوبن طرفان به جدا صوبي ڪرڻ جي ٿيل آهي. جيڪڏهن انهن کي جدا ڪيو ويندو، ته ڪهڙيءَ طرح اسان کي اهڙي حق کان محروم رکڻ جائز ٿيندو! جدا صوبن بنائڻ لاءِ جن ايراضين طرفان گهر ڪيل آهي، انهن مان برٽش بلوچستان ۽ اتر الهندي سرحدي ايراضيءَ طرفان به تقاضا ڪيل آهي. انهن ايراضين جي رهاڪن کي ته جمهوري اسيمبليءَ ۾ ڪم ڪرڻ جو تجربو به نه آهي. اهو تجربو اسان بمبئي ڪائونسل ۾ رهي پرائي ورتو آهي. پوءِ پتو ناهي پوي ته ڪهڙي اصول جي آڌار تي بمبئيءَ سان گڏ رهڻ جي حالت ۾ وڌيڪ حقن ملڻ جي ڳالهه ڪئي وڃي ٿي ۽ جدا رهڻ ڪري انهن جي گهٽجڻ جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو؟ پر آءٌ ته بمبئيءَ جي غلاميءَ ۾ رهڻ ڪري وڌيڪ حقن ملڻ کان سنڌ جي جدا صوبه بنائڻ خاطر موجوده آئين تي به راضي رهڻ لاءِ تيار آهيان. آخر غلاميءَ کان ٿوري آزادي به بهتر آهي.“

ان کان پوءِ خانبهادر کهڙي، پروفيسر ڇٻلاڻيءَ ۽ ٻين فرقه پرست هندن طرفان مالي ڪوٽ جي اعتراضن جا مفصل جواب ڏنا آهن، جنهن ۾ اهو ڄاڻايو ويو آهي ته معترضن

طرفان ڏيکاريل ڪوٽ ڇاٽي واڌي وڌايل آهي، ۽ ڪجھ خرچ گھٽائڻ، ڪجھ ٽيڪس وڌائڻ ۽ ڪجھ عرصي لاءِ مرڪزي سرڪار کان سب-وينشن (Sub-vention) وٺڻ ڪري، سهوليت سان ان خاميءَ جو پورائو ڪري سگھجي ٿو.

آخر ۾ کهڙو صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ ڄاڻائي ٿو ته "گھڻي وقت کان ڪيترن عذرن ۽ اعتراضن جي آڌار تي سنڌ جي جدائيءَ جي سوال کي ٽاريو ويو آهي. هاڻ سنڌين جي صبر جو پيمانو لبريز ٿي ويو آهي. هن کان پوءِ هو گھڻو وقت انهيءَ غلامي جي ذلت کي برداشت ڪري نه سگھندا، تنهنڪري فيصلو ٿيڻ گھرجي ۽ جلد ٿيڻ گھرجي."

---

٣٠- سپٽمبر ١٩٣٠ع تي، منهن ڪراچيءَ ۾ شام جو ٥ بجي، پنهنجي بنگلي لولين، لياري نديءَ جي ڪناري تي، جناح صاحب ڪي چانهه تي گهرايو، جتي علامه آءِ. آءِ. قاضي، مسٽر حاتم علوي، خانبهادر محمد ايوب کهڙو ۽ سيد ميران محمد شاهه شريڪ ٿيا. اتي ڪيس سنڌ جي جدائيءَ واسطي ڪوشش ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو ويو.

١- آڪٽوبر ١٩٣٠ع تي خانبهادر محمد ايوب کهڙي، حاجي عبدالله هارون ۽ منهنجي طرفان سر شاهنواز ڀٽي جناح صاحب ڪي ڪارلٽن هوٽل، ڪراچيءَ ۾ ڊنر ڏني ويئي، جتي ڪاڏي ڪان پوءِ تقرير ذريعي خانبهادر کهڙي گول ميز ڪانفرنس جي موقعي تي، جنهن لاءِ هئي ڏينهن هو انگلنڊ روانا ٿي رهيا هئا، سنڌ جي جدائيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ واسطي ڪين منٿ ڪئي.

١٢- نومبر ١٩٣٠ع کان ١٩- جنوري ١٩٣١ع تائين لنڊن ۾ هندستان جي سڌارن ڏيڻ جي مسئلي تي غور ڪرڻ لاءِ هندستان جي جملي پارٽين جي نمايندن تي مشتمل گول ميز ڪانفرنس ڪئي ٿيءَ ڪانگريس ان ۾ شرڪت نه ڪئي. ان ڪانفرنس ۾ سنڌ جا ٢ نمايندا شريڪ ٿيا هئا: (١) سر شاهنواز خان ڀٽو، ليڊر، مسلم ميمبر بمبئي ڪائونسل ۽ صدر محمدن ائسوسئيشن، ۽ (٢) سر غلام حسين هدايت الله شيخ، ميمبر ايگزيڪيوٽو ڪائونسل بمبئي سرڪار.

سنڌ جي مسلمانن کي خوف هو تہ سر شاهنواز خان ڀٽو جنهن اڳي بمبئي صوبي طرفان سائيمن ڪميشن جي مددگار ڪميٽيءَ ۾ سنڌ جي جدائيءَ جي مخالفت ۾ ووٽ ڏنو هو، شايد هن ڀيري بہ مخالفت ڪري؛ پر هن موقعي تي، سنڌي مسلمانن جي عام راءِ کي مدنظر رکي، هُن انگلنڊ جي وزيراعظم، مسٽر راسي ميڪڊونالڊ، کي خط لکيو، تہ سنڌ جي سوال لاءِ هڪ ڪاميٽي مقرر ڪري، سارو مسئلو ان جي سپرد ڪيو وڃي. ان تي برٽش سرڪار، ارل رسيل جي صدارت هيٺ، سنڌ جي مسئلي تي غور ڪرڻ لاءِ هڪ سب ڪاميٽي مقرر ڪئي؛ جنهن جا مسٽر محمد علي جناح، سر آغا خان، ڊاڪٽر شفاعت احمد خان، سر محمد شفيع، ڊاڪٽر مونجي، مسٽر چنتامين، راجا نريندرا ناٿ، سردار سمپورن سنگهہ، مسٽر جيڪر ۽ ٻيا ميمبر هئا. ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ وقت سر غلام حسين بيمار هو، پر ٻاڻ ڪٿائي ميٽنگ ۾ ويو، جتي سنڌ جي جدائيءَ لاءِ زوردار تقرير ڪيائين. سر شاهنواز ڀٽي بہ ان کي ٽيڪو ڏيندي زبردست تقرير سنڌ جي جدائيءَ جي فائدي ۾ ڪئي.

اُن ڪاميٽيءَ آخر ۾ سنڌ کي بمبئيءَ کان علحده ڪرڻ جي سفارش ڪئي، ۽ ان سان گڏ مالي تحقيقات ڪرڻ لاءِ ڪاميٽي مقرر ڪرڻ جي سفارش ڪئي، جنهن کي گول ميز ڪانفرنس قبول ڪيو.

ان سال سنڌ ۾ ۽ سنڌ کان ٻاهر اخبارن اندر سنڌ جي جدائيءَ جي فائدي ۽ ان جي خلاف مضمون شايع ٿيا.

گول ميز جي فيصلي مطابق سال ۱۹۳۱ع ۾ هند سرڪار، سر مائيلس ارونگ جي چيئرمنيءَ هيٺ، مسٽر هئريسن جي رفاقت سان، هڪ ڪاميٽي سنڌ جي مالي حالت جي جانچ ڪري رپورٽ ڪرڻ لاءِ مقرر ڪئي. اها ڪاميٽي ۲- سپٽمبر

۱۹۳۱ع تي ڪراچيءَ ۾ آئي، جنهن جي اڳيان خانبهادر الهه بخش سومري، حاجي عبدالله هارون، خانبهادر محمد ايوب کهڙي ۽ سيد ميران محمد شاهه وفد جي صورت ۾ سنڌ جي مالي حالت ٺيڪ ثابت ڪرڻ لاءِ شاهديون ڏنيون. ان کان پوءِ ساڳئي قسم جي شاهدي ڪاميٽيءَ جي اڳيان پرنسيپال گوڪلي ڏني. ان کان پوءِ مسٽر ريوا چند ٽڏانيءَ، مسٽر رستم سڌوا ۽ پروفيسر ڀٽيجا اخبارن ۾ مضمون لکي، سنڌ جي مالي حالت درست هئڻ لاءِ ثبوت ڏنا. مخالفت ۾ پروفيسر ڇٻلاڻي، ديوان ڀوجسنگ ۽ ڊاڪٽر هنگورانيءَ جي مالي حالت ڪمزور هئڻ لاءِ شاهديون ڏنيون.

آخرڪار هن ڪاميٽيءَ سنڌ جي ساليانه ڪوٽ ۹۷،۴۰،۰۰۰ رپيا ڏيکاري، ۽ ان کان سواءِ نئين صوبي جي شروعاتي خرچ لاءِ ۲۲ لک رپيا خرچ جو تخمينو ڪيو.

ان رپورٽ جي ظاهر ٿيڻ بعد، پروفيسر گوڪلي ۽ پروفيسر ڀٽيجا، انگن اکرن سان، ڪاميٽيءَ طرفان ڏيکاريل ڪوٽ کي غلط ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ سنڌ جي جدائيءَ جي فائدي ۾ مضمون لکيا.

ساڳئي سال ۱۹۳۱ع ۾ سيپٽمبر کان ڊسمبر تائين لنڊن ۾ ٻي گول ميز ڪانفرنس ڪٺي ٿي، جنهن ۾ سنڌ طرفان ساڳيا نمائندا ويا. هن ڀيري ڪانگريس طرفان مهاتما گانڌي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو، پر هندستان جي مختلف پارٽين جي وچ ۾ سمجهوتو ٿي نه سگهيو، جنهن ڪري وزيراعظم انگلنڊ مسٽر رامسي مئڪڊونالڊ کي فرقيوار مسئلي تي فيصلي جو اعلان ڪرڻو پيو، جنهن ۾ سنڌ جي جدائيءَ جو اصول قبول ڪيل هو.

ان اعلان مطابق هند سرڪار اپريل ۱۹۳۲ع تي، آنربل مسٽر برين جي صدارت هيٺ سنڌ جي هندو مسلمانن تي مشتمل هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي، جنهن ڪاميٽيءَ کي ڪوٽ جي

پورائيءَ لاءِ تجويزون ڏيڻ هيون. ان ڪاميٽيءَ جا هيٺيان ميمبر مقرر ٿيا:

(١) سر شاهنواز خان ڀٽو.
(٢) آنربل مياں علي بخش.
(٣) سيٺ حاجي عبدالله هارون.
(۴) مير بندهه علي خان ٽالپر.
(۵) خانبهادر الهه بخش سومرو.
(٦) خانبهادر محمد ايوب کهڙو.
(٧) قاضي عبدالرحمان.
(٨) مسٽر لعل چند نولراءِ.
(٩) ديوان بهادر مرليڌر.
(١٠) پروفيسر چبلاڻي.
(١١) مسٽر هوشنگ ڊنشا.
(١٢) مسٽر اي. ايل. پرائيس.
(١٣) پروفيسر ٿڌاڻي.
(١۴) مسٽر ڊو، ريوينيو آفيسر، لائڊ براج.

انهيءَ ڪاميٽيءَ نهايت تندهيءَ سان ڪم ڪيو ۽ اها ڳالهه ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته سنڌ جدا صوبي بنجڻ بعد پنهنجي پيرن تي بيهڻ جي لائق آهي. سنڌ سالياني کوٽ گهٽائي ٨٠ لک رپين تي بيهاري ويئي. ان جي پورائيءَ لاءِ سفارش ڪيائون ته هند سرڪار اها کوٽ ١۵ سالن تائين ڀريندي رهي، جنهن کان پوءِ سنڌ پاڻ تي پاڙي سگهڻ جهڙي ٿيندي. ڪاميٽيءَ اڳيان مسٽر جمشيد نسروانجي ميهتا ۽ پرنسيپال جي. اين. گوڪلي نهايت ڪارآمد انگ اکر پيش ڪري، کوٽ جي پورائيءَ لاءِ مفيد تجويزون ڏنيون.

ڪاميٽيءَ خانبهادر محمد ايوب کهڙي جي سنڌ جي جدائيءَ لاءِ تندهيءَ سان ڪم ڪرڻ ۽ پروفيسر چبلاڻيءَ جي مخالفت جي ڪيس پيش ڪرڻ لاءِ خدمتن جو اعتراف ڪيو.

هن منزل تي، ڪن فرقہ پرست هندن ”اينٽي سنڌ سيپريشن (سنڌ جي جدائي خلاف) ڪاميٽي“ نالي، ۽ هڪ پمفليٽ ڇپايو ۽ سرڪيولر جاري ڪيا، جن جو جواب خانبهادر کهڙي جدا هڪ پمفليٽ وسيلي ڏنو، جو هن ٦- سپٽمبر ١٩٣٢ع تي ڇپرائي شايع ڪيو. ان پمفليٽ جو لب لباب، ان جي مکيہ اقتباسن سميت هيٺ پيش ڪجي ٿو:

”.... سرڪار طرفان سنڌ جي مالي حالت جي جانچ ڪرڻ لاءِ هڪ ڪاميٽي، مسٽر برين جي چيئرمنيءَ هيٺ، مقرر ٿي هئي، جنهن هندن طرفان ڏيکاريل کوٽ کي گهٽائي، جدائيءَ جي حالت ۾ گهٽ خرچ ٿيڻ لاءِ دليل ڏيئي، جدائيءَ لاءِ جواز پيدا ڪيو آهي. ان تي اينٽي سنڌ سيپريشن ڪاميٽي جي مکيہ ڪارڪنن، جهڙوڪ ديوان بهادر مرليڌر، مسٽر لعل چند نولراءِ ۽ پروفيسر ڇبلانيءَ مضمون لکي نکتہ چيني ڪئي آهي ۽ بمبئيءَ کان سنڌ جي علحدگيءَ جي مخالفت ڪئي آهي.

”درحقيقت هنن جي مخالفت جو مکيہ ڪارڻ سنڌ جي مالي کوٽ نہ آهي. ان کي هو صرف عذر طور پيش ڪري رهيا آهن. حقيقت ۾ هو بمبئي کاتي ۾ هندو اڪثريت کان مسلمانن کي جدا صوبو ڏياري، هاڻ کي اقليت بنائڻ جي خلاف آهن. ان ۾ هنن جي

فرقيوارانہ ذهنيت ۽ گروهي مفاد جي حفاظت جو مقصد رکيل آهي. هنن کي سنڌ جي مجموعي مفاد ۽ ترقيءَ لاءِ ڪوبہ اونو ڪونہ آهي....."

ان کان پوءِ، پمفليٽ ۾، خانبهادر ساڳئي قسم جا اڳ واري پنهنجي ڪتاب ۾ ڏنل دليل ڏئي، جدائيءَ جي حالت ۾ سنڌ کي جي فائدا پهچڻ وارا هئا، تن جو ذڪر ڪيو آهي.

پوءِ مسٽر برين جي رپورٽ تي مفصل بحث ڪري، ان جي مخالفت ۾ اٿاريل اعتراضن جا دليل ڏئي ٿو. بعد ۾ لکي ٿو تہ سنڌ جي جدائيءَ جي حالت ۾ ڍلن وڌڻ جا خوف ڏياري، خواه مخواه، سنڌ جي زميندارن کي ڊيڄاريو ٿو وڃي. ڍلون تہ بمبئي سرڪار بہ وڌائي رهي آهي. اهو غلط هو تہ بمبئيءَ سان گڏ رهڻ ڪري ڍلون نہ وڌنديون، ۽ رڳو جدائيءَ جي حالت ۾ ئي وڌڻ واريون هيون. ان مسئلي جو واسطو ملڪ جي ضرورتن تي مدار رکندڙ هو. لوڪل سيس جي هڪ آني في رپئي وڌڻ تي، جو چيو ٿي ويو تہ مسلمانن مخالفت ڪئي هئي، اُن کي غلط ٺهرائيندي، چوي ٿو تہ مسلمانن ان جي مخالفت نہ ڪئي هئي، صرف مسٽر ڇبلاڻيءَ ڪئي هئي.

پوءِ مخالفن طرفان سنڌ جي جدائيءَ جي حالت ۾ سکر بئراج جي وڏي قرض جي پيدا ڪيل خوف جو مدلل جواب ڏئي، ٻڌائي ٿو تہ اهو قرض مرڪزي سرڪار ڏنو آهي، جو سنڌ کان سکر بئراج جي زمينن جي وڪري ۽ وڌيل پيداوار مان وصول ڪرڻو آهي. بمبئيءَ سان گڏ رهڻ ڪري اُن ۾ فائدو ڪونہ ٿيندو، قرض سنڌ لاهيندي، رڳو اڳتي لاءِ وڌيل پيداوار جو فائدو بمبئيءَ کي پهچندو.

سنڌ کي مرڪز کان 'سبوينشن' (مالي مدد) ملڻ جي

مخالفت جي جواب ۾ ٻڌائي ٿو تہ اهو اسان تي ٿورو ڪونہ ڪيو ويندو، بلڪ گذريل چاليهہ سالن کان جا سنڌ جي پيدائش بمبئي سرڪار هضم ڪئي آهي، ان جي عيوضي ۾ اها سبوينشن وٺڻ گهرون ٿا. ازانسواءِ بمبئي سرڪار جي ڪوٽ جي پورائي بہ جڏهن مرڪزي سرڪار ڪري رهي هئي، تہ سنڌ جي ڪوٽ جي پورائي، جي ٿوري عرصي لاءِ مرڪزي حڪومت ڪئي، تہ ان ۾ ڇو اعتراض هئڻ گهرجي.

ان کان پوءِ بمبئي سرڪار جي مالي سيڪريٽريءَ جو حوالو ڏئي ٿو، جنهن جي چوڻ موجب سنڌ جي بمبئيءَ کان جدا ٿيڻ جي حالت ۾ بمبئي کاتي کي ٥٧ لکن جو فائدو پهچڻ وارو هو. خانبهادر جو چوڻ هو تہ جڏهن ان مان بمبئي کاتي کي فائدو پهچڻ وارو آهي، تہ هرو ڀرو ڇو ان فائدي کان بمبئيءَ کي محروم ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي وڃي. ان ڳالهہ ۾ ڪو تہ راز هوندو؟

آخر ۾ پيل ڪاميٽيءَ جو حوالو ڏئي ٿو، جنهن ۾ ظاهر ڪيل هو تہ جنهن صورت ۾ فيڊرل سرڪار ۾ سڀ صوبا شامل رهڻ وارا هئا، تہ ان حالت ۾ مرڪزي سرڪار جو فرض آهي تہ ڪنهن بہ صوبي کي ڪوٽ ۾ رهڻ نہ ڏئي، وڌيڪ خانبهادر مرڪزي سرڪار طرفان آسام، بنگال، بهار ۽ اوڙيسا جي ڪوٽ جي پورائي ڪرڻ جا مثال ڏيئي چوي ٿو تہ اهڙين حالتن هيٺ سنڌ ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي جو ان جي ڪوٽ جي پورائي نہ ڪئي وڃي!

پوءِ خانبهادر سکر بئراج جي جدا آڪائونٽ رکڻ جي گهر ڪري ٿو، ڇاڪاڻ تہ ان جي جدا رکڻ ڪري پتو پئجي ويندو تہ فائدو ٿئي ٿو يا نقصان.

اهڙيءَ طرح خانبهادر هن پمفليٽ ۾، سنڌ جي علحدگيءَ خلاف اٿاريل سڀني اعتراضن جا جواب ڏيئي ٿو، جي اڳ پيش

ساڳئي ٿي قسم جا آهن، جن جو ذڪر هن ڪتاب ۾ اڳي ڪيل آهي.

آخر ۾، بمقليت ۾، هڪ انگريز واپاري مسٽر اي- ايل پرائيس طرفان سنڌ جي جدا صوبي بنائڻ جي فائدي ۾ دليل پيش ڪري، مرڪز کان سب ونيشن مُلڻ لاءِ جواز پيش ڪيل آهي.

---

هتي، اڳ گذريل چند اهم واقعا ٻڌرين بيان ڪري، پوءِ جديد سنڌ جي هن ٻيءَ صوبائيءَ آزاديءَ جي جدوجهد جي آخرين ۽ فيصلہ ڪن مرحلن جو ذڪر ڪرڻ، پڙهندڙن لاءِ دلچسپ ۽ فائديمند ثابت ٿيندو.

١٩٣٠ع ۾ جڏهن ڪانگريس ڪارڪن گانڌي - اِرون پئڪٽ موجب آزاد ٿيا هئا، تہ ان وقت قوم پرست مسلمانن گڏ ٿي، مسلمانن جي پنهن گهرن سان گڏ سنڌ جي جدائيءَ جو ٺهراءُ بہ پاس ڪيو هو. جنهن کان پوءِ آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ گڏ ٿي، قوم پرست مسلمانن جون گهرون قبول ڪيون. سنڌ جي جدائيءَ جي گهر کي ڪانگريس طرفان، پيهر قبول ڪيو ويو.

ڊسمبر ١٩٣١ع تي جميعت العلماء هند ڪراچيءَ ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد جي صدارت هيٺ گڏ ٿي، جنهن ۾ بہ سنڌ جي جدائيءَ جو ٺهراءُ پاس ڪيو ويو.

ان کان پوءِ سنڌ جي هندن ۽ مسلمانن گڏيل ڪانفرنس حيدرآباد ۾ مسٽر سنتداس منگهارام وڪيل جي آفيس، حيدرآباد، ۾ گڏ ٿي؛ ان ۾ هندو مسلم سمجهوتي لاءِ ڪوشش ٿي. مسلمانن گڏيل چونڊون ان شرط تي قبول ڪيون تہ هندو سنڌ جي جدائيءَ جي مخالفت ڇڏي ڏين. ان تي هندو ليڊرن اهو سوال اٿاريو تہ جيستائين ساري هندستان جا مسلمان گڏيل چونڊون قبول نہ ڪندا، ان وقت تائين هو سنڌ بابت ڪو جدا سمجهوتو ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئا.

١٩٣١ع ۾ آل انڊيا مسلم ڪانفرنس جو اجلاس لاهور

۾ علامه ڊاڪٽر محمد اقبال جي صدارت هيٺ ڪٺو ٿيو. ان ڪانفرنس کي جميعت الاحرار جي رضاڪارن گوڙ مچائي، ڦٽائڻ گهريو ٿي، ليڪن شيخ عبدالمجيد جي اپيل تي ميٽنگ ۾ ماٺ ٿي. اتي به ٻين سوالن سان گڏ سنڌ جي جدائيءَ جي پٺڀرائي ڪئي ويئي.

۱۹۳۲ع ۾ آل انڊيا خلافت، ڪانفرنس جو اجلاس شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي صدارت هيٺ اجمير ۾ ڪٺو ٿيو. ان ۾، بمبئي صوبي ۾ مسلمانن طرفان پنجن شرطن جي بنياد تي گڏيل چونڊن قبولڻ جو ٺهراءُ پاس ٿيو، جن شرطن مان سنڌ جي جدائيءَ جو شرط هڪ هو. ان ڪانفرنس کان پوءِ، مولانا شوڪت علي ۽ شيخ عبدالمجيد گڏجي، ان نموني تي بيان ڏنو. ڪانفرنس ختم ٿيڻ بعد، شيخ عبدالمجيد جيي، بمبئي طرف ويندي، ڊاڪٽر سيد محمود، ڪانگريس ليڊر، سان گاڏيءَ ۾ ملاقات ٿي، جتي گفتگو ۾ هم خيال ٿيڻ بعد ٻيئي ڄڻا بمبئيءَ ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ پنڊت مدن موهن مالويه سان مليا، ۽ سندن گفتگو جي نتيجي ۾ پيو پورو لکنو ۾ آل انڊيا يونيٽي ڪانفرنس گڏ ٿي، جتي گڏيل چونڊن جي شرط تي باقي جناح صاحب جون ۱۳ پائنٽون قبول ڪيون ويئون. انهيءَ ڪانفرنس ۾ الهه آباد يونيٽي ڪانفرنس لاءِ نمائندا پڻ چونڊيا ويا. انهي سمجهوتي جي تجويز جي پٺڀرائي ڪندڙن ۾ سر سليمان قاسم مٺا، حسين ڀائي لال جي، مسٽر محمد سليمان قاسم مٺا، مسٽر آءِ ايس. حاجي بئريسٽر، سر شاهنواز خان ڀٽو، خانبهادر محمد ايوب کهڙو، سيد ميران محمد شاهه ۽ مير بنده علي خان هئا.

نيٺ آل انڊيا يونيٽي ڪانفرنس جو اجلاس الهه آباد ۾ گڏ ٿيو، جو ٻن هفتن تائين هليو، ان ۾ لکنو ڪانفرنس جي فيصلن مطابق سيني ڳالهين تي اتفاق ٿيو، پر بنگال جي هندن ان

صوبي ۾ مسلم اڪثريت جي نمائندگيءَ کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو. ان تي کين سمجهائڻ لاءِ مولانا ابوالڪلام آزاد، ڊاڪٽر سيد محمود ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي ڪلڪتي ۾ ويا، جي يونٽي ڪانفرنس طرفان بنگال جي هندن سان مليا؛ پر هنن جي انڪار ڪرڻ سبب ساريون ڳالهيون ڊٺي پيئون.

ان موقعي تي سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا اعلان ڪيو ته برين ڪاميٽيءَ جي سفارش کي گول ميز ڪانفرنس قبول ڪيو آهي، ۽ برٽش سرڪار کي بمبئي پريزيڊنسيءَ کان سنڌ جي علحدگي اصولي طور قبولي هئي.

١٨- اپريل ١٩٣٢ع تي، ڪراچيءَ ۾ شيخ عبدالمجيد صاحب سنڌيءَ جي صدارت هيٺ، پهرين ”سنڌ آزاد ڪانفرنس“ گڏ ٿي. ان ۾ خانبهادر محمد ايوب کهڙي، سيٺ حاجي عبدالله هارون، حاجي مير محمد بلوچ، ۽ سيد ميران محمد شاهه حصو ورتو. آءٌ استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمن هوس. ان ۾ سنڌ جي جدائيءَ لاءِ پرزور نهراءَ پاس ٿيا، ۽ هندن کي سنڌن حقن جي لاءِ تسلي ڏياري ويئي.

ان کان پوءِ، آگسٽ ١٩٣٢ع تي، خانبهادر ولي محمد حسنعلي، سيڪريٽري سنڌ محمدن ائسوسيئيشن جي جاءِ تي، سر شاهنواز خان ڀٽي جي صدارت هيٺ، ميٽنگ ڪئي ٿي، جنهن فيصلو ٿيو ته ساريءَ سنڌ ۾ سنڌ جي جدائيءَ وارا ٺهراءَ پاس ڪرڻ لاءِ ميٽنگون سڏايون وڃن، جنهن واسطي ١٦- سيپٽمبر ١٩٣٢ع جو ڏينهن مقرر ڪيو ويو؛ جو ساريءَ سنڌ ۾ نهايت ڌوم ڌام سان ملهايو ويو.

آخر ۾، ١٥- نومبر ١٩٣٢ع تي، حيدرآباد سنڌ ۾ وڏي پيماني تي علامه يوسف عليءَ جي صدارت هيٺ، ٻي ”سنڌ آزاد ڪانفرنس“ ڪئي ٿي. انهيءَ ڪانفرنس ۾ سنڌ جي جدائيءَ جي حمايت ۾ ٺهراءَ پاس ڪيا ويا، ۽ سنڌ جي هندن کي.

سنڌين حقن جي حفاظت لاءِ مسلمانن پاران يقين ڏياريو ويو. اتي پاس ٿيل ٺهرائن کي سيڪريٽري آف اسٽيٽ ۽ وزيراعظم انگلنڊ ڏي تار رستي موڪليو ويو.*

ان موقعي تي "سنڌ آزاد ڪانفرنس" نالي سان مستقل جماعت قائم ڪئي ويئي، جنهن جو صدر سر شاهنواز خان ڀٽو، ڪي ۾ نائب صدر خانبهادر محمد ايوب کهڙي کي ۽ جنرل سيڪريٽري سيد ميران محمد شاهه کي چونڊيو ويو. سڀني ضلعن جي نمايندن تي مشتمل هڪ ورڪنگ ڪاميٽي چونڊي ويئي، جنهن تي ڪراچي ضلعي مان منهنجو نالو شامل ڪيو ويو.

ان کي ڏسي فرقہ پرست هندن، ۲۶- جنوري ۱۹۳۳ع تي، "سنڌ هندو ڪانفرنس" ڪراچيءَ ۾ سڏائي، جنهن ۾ وزيراعظم انگلنڊ جي اعلان ۾ سنڌ جي جدائيءَ جي اصول قبول ڪرڻ کي ننديو ويو، ۽ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو ته ساريءَ سنڌ اندر سنڌ جي جدائيءَ خلاف نئين سر تيزيءَ سان هلچل هلائي وڃي.

ان کان پوءِ، ۵- فيبروري ۱۹۳۳ع تي، سنڌ آزاد ڪانفرنس جي ورڪنگ ڪاميٽي ڪراچيءَ ۾ گڏ ٿي، جنهن ۾ وزيراعظم انگلنڊ جي سنڌ جي جدائيءَ جي اصول قبولڻ تي خوشيءَ جو اظهار ڪيو ويو، ۽ سنڌس شڪر گذاري ڪئي ويئي.

انهيءَ ميٽنگ ۾ پير علي محمد شاهه راشديءَ کي سنڌ جي جدائيءَ جي تحريڪ هلائڻ لاءِ مبلغ مقرر ڪيو ويو، ۽ متس ڪم رکيو ويو ته مخالف پروپيگنڊا جا "زميندار" ۽ "ستارهء سنڌ" اخبارن ذريعي مضمون لکي، جواب ڏيندو رهي.

---

* هن ڪانفرنس جي مفصل ڪارروائي ڪتاب جي آخر ۾ ضميمي طور ڏني ويئي آهي.

مارچ ۱۹۳۳ع ۾ انگلنڊ ۾ برٽش پارليامينٽ هندستان جي سڌارن جي بل جي مسودي تي غور ڪرڻ لاءِ جائنٽ پارليامينٽري ڪميٽي مقرر ڪئي. ان ڪاميٽيءَ اپريل ۱۹۳۳ع تي، سنڌ آزاد ڪانفرنس ڪي تار موڪلي، سنڌس نمايندي ڪي سنڌ جي جدائيءَ لاءِ ڪيس پيش ڪرڻ واسطي لنڊن گهرايو. ڪانفرنس جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ خانبهادر محمد ايوب کهڙي ڪي برٽش جائنٽ پارليامينٽري ڪاميٽيءَ اڳيان شاهدي ڏيڻ لاءِ چونڊيو، جو ۵- جولاءِ تي انگلنڊ روانو ٿي ويو. ۲۰- جولاءِ ۱۹۳۳ع تي پارليامينٽري ڪاميٽيءَ اڳيان کهڙي صاحب نهايت تحسين جوڳي شاهدي ڏني. ان ڪاميٽيءَ اڳيان خانبهادر زباني شاهديءَ کان علاوه هڪ لکيل ميمورنڊم پڻ پيش ڪيو، جو ۲۷ صفحن تي پکڙيل هو. هيءَ ميمورنڊم هُن ڇپائي ڪاميٽيءَ جي ميمبرن کي به ڏنو ۽ ان موقعي تي آئي پارليامينٽ جي ميمبرن ۾ پڻ ورهايو. هندن طرفان ڪاميٽيءَ جي اڳيان پروفيسر ڇبلاڻي ۽ ديوان بهادر هيرانند شاهدي ڏيڻ لاءِ ويا.

ميمورنڊم ۾، خانبهادر پنهنجي ڪتاب ”سفرنگس آف سنڌ“ جي نموني تي سنڌ جي بمبئيءَ سان گڏجڻ جي تاريخ، ان مان سنڌين کي پهتل نقصان، سنڌ جي جدائيءَ جي تحريڪ جي مختصر تاريخ ۽ احوال پيش ڪري، سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ لاءِ هيٺيان دليل پيش ڪيا:

(۱) سنڌي لساني، وطني ۽ نسلي بنيادن تي بمبئيءَ جي رهاڪن کان علحده قوم هئا، ۽ قومن جي تسليم ڪيل اصول موجب حق خود اراديءَ جا حقدار هئڻ ڪري، جدائيءَ لاءِ گهُر ڪري سگهيا ٿي.

(٢) بمبئيءَ کان آزادي حاصل ڪرڻ ڪري، سنڌي گذريل ٨٥ ورهين جي عرصي ۾ ٿيل بي انصافين کان ڇٽي پوندا.

(٣) سنڌ جي جدا صوبي ٿيڻ جي حالت ۾، هو زمين سڌاري زراعتي پيدائش ۾ واڌارو ڪري سگهندا.

(٤) هن وقت حڪومت جو مرڪز ٨٠٠ ميل دور هئڻ ڪري، رسائي، لاپي، رشوت وغيره جهڙن جي خرابيون پيدا ٿي پيئون هيون، انهن کان هو جان آزاد ڪرائي سگهيا ٿي.

(٥) ان بعد هو ڪراچيءَ جي بندر کي سڌاري، اتر ۽ مرڪزي هند جو بندرگاهه بنائي، واپار کي ترقي ڏياري ٿي سگهيا.

(٦) جدائيءَ بعد سنڌ پنهنجي تاريخي جداگانه صوبائي هستي حاصل ڪري سگهندي، ۽ ولايت سان ساموندي ۽ هوائي رستي نزديڪ هئڻ سبب، وڏيڪ پنهنجي خاص اهميت قائم ڪري سگهندي.

(٧) سنڌي زبان هندستان جي زبانن ۾ قديم ۽ ڪلاسيڪل زبان آهي؛ اها هن وقت بمبئي ڪاتي جي سرڪار جي بي توجهيءَ سبب بيوسيءَ جي حالت ۾ آهي؛ سنڌ جي جدا صوبي ٿيڻ بعد اها ترقي حاصل ڪندي.

(٨) سکر بئراج جون زمينون، جدا صوبي ٿيڻ بعد، چڱيءَ طرح سڌاري، ملڪ جي زرعي پيدائش وڌائي سگهبي.

(٩) ساري هندستان جي صوبن ۾ برما کان پوءِ بمبئي ڪاتي جو انتظامي خرچ زياده آهي، جنهنڪري سنڌ جي تعمير ۽ ترقيءَ لاءِ پيسو بچي نٿو سگهي. بمبئيءَ کان جدا ٿيڻ جي حالت ۾ اسان حڪومت جو خرچ گهٽائي، پيدائش وڌائي، تعميري ڪمن تي خرچ ڪري سگهون ٿا.

سنڌ جي جدائيءَ جي مخالفن طرفان اٿاريل دليل تي

سنڌ جي جدا صوبي ٿيڻ بعد ان جي ڪاروبار هلائڻ لاءِ لائق آدمي ملي نه سگهندا. جي جواب ۾، خانبهادر مثال ڏيئي ٻڌايو ته سنڌ، سر آغا خان، غلام محمد ڀرڳڙي خان، سر غلام حسين ۽ محمد علي جناح صاحب جهڙا اعليٰ سياستدان پيدا ڪيا آهن؛ تنهنڪري ان ۾ لياقت وارن ڪارڪنن جي کوٽ نه ٿيندي، بلڪ بمبئيءَ کان جدا ٿيڻ بعد سنڌ ۾ لياقت ۽ صلاحيت وارن ماڻهن جي وڌيڪ پيدا ٿيڻ جو يقين هو.

ان کان پوءِ، خانبهادر پنهنجي ميمورنڊم ۾ لکي ٿو ته سنڌ هندستان ۾ نهايت پر امن ۽ قانون اندر رهندڙ صوبو هو. ان بنسبت ڪاميٽيءَ جا ميمبر سنڌ اندر رهي، آئيل برٽش عملدارن کان پڇا ڪري ثابتي وٺي سگهن ٿا. گذريل مهاڀاري لڙائيءَ وقت هندستان طرفان جيڪا برٽش سرڪار کي مدد ملي هئي، ان ۾ سنڌين به حصي آهر پاڻ ملهايو هو. ان وقت هندستانين کي حقن ڏيڻ جا جيڪي وعدا ڪيا ويا هئا، انهن کي سنڌ سان به لاڳو سمجهڻ گهرجي.

پوءِ سنڌ جي ڪن هندن طرفان اٿاريل مالي کوٽ ۽ مسلمانن طرفان هندو اقليت کي نقصان پهچڻ جي انديشن جا جواب ڏيئي چوي ٿو ته آهي ڳالهيون حقيقت ۾ سنڌ جي مسلمان اڪثريت مٿان بمبئي جي ڪثرت تعداد هندن جي مدد سان سنڌي هندو اقليت جي راڄ ڪرڻ لاءِ ڪن چند فرقه پرست هندو اڳواڻن جي چال هئي، ورنه سنڌ ۾ هندو مسلمان نهايت امن امان ۾ رهن ٿا.

خرچ جي سلسلي ۾، خانبهادر لکيو ته ان جي پورائي جو سنڌ جا ماڻهو ذمو کڻڻ لاءِ تيار آهن؛ تنهنڪري خواه مخواه کي عذر ۽ بهانا پيدا ڪري، سنڌ کي بمبئيءَ جي غلاميءَ هيٺ رکڻ لاءِ ڪوبه جواز نه آهي.

ان کان پوءِ ميمورنڊم ۾ سنڌ جي جدائيءَ جي فائدي

۾ مختلف جماعتن ۽ ماڻهن طرفان ٿيل ڪوششن جا مفصل حوالا آندل آهن.

پوءِ مفاد پرست هندو اڳواڻن طرفان اٿاريل اعتراض تہ سنڌ جي جدائيءَ جو اصول هنن گذريل چونڊن جي شرط تي قبوليو هو ۽ هاڻ جڏهن گذريل چونڊون نتي جاري ڪيون ويون، تہ پوءِ هو جدائي بہ قبول نہ ڪندا، اُن جو جواب ڏيندي ميمورنڊم ۾ ٻڌايو ويو، تہ ان سمجهوتي کان ڦرڻ جي جوابداري انهن هندو اڳواڻن تي آهي نہ مسلمان اڳواڻن تي. تاريخي حقيقتون ان جو ثبوت پيش ڪن ٿيون.

ميمورنڊم ۾، پوءِ سنڌ جي جدا صوبي نہ بنائڻ جي حالت ۾، جي نقصان ٿيڻ وارا هئا، تن جو ذڪر ڪري، جدا صوبي بنجڻ جي حالت ۾ ٿيندڙ فائدن جو ذڪر پيش ڪيل آهي.

بعد ۾ سنڌ جي مالي حالت تي بحث ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي چيل آهي تہ خرچ گهٽائڻ، پيدائش وڌائڻ ۽ مرڪزي حڪومت کان ڪجهہ عرصي لاءِ سب-وينشن (امداد) ملڻ جي حالت ۾، سنڌ جلدئي پنهنجن پيرن تي بيهي، ترقيءَ ۽ تعمير طرف قدم وڌائي سگهندي. ميمورنڊم مطابق، شروع ۾ نئين صوبي کي ٨٥ لک رپيا ساليانہ سب-وينشن جي ضرورت ٿيڻي هئي، پر جدا صوبي بنجڻ بعد بئراج جي زمينن جي وڪري ۽ پيدائش وڌائڻ سان سگهوئي ان جو وڃڻ بند ڪري سگهبو.

آخر ۾، بل ۾ هندن کي وئيج (ٽيڪ) ڏيڻ ۽ بئراج ۽ اقليت جي معاملن ۾ گورنر لاءِ تجويز ڪيل خاص اختيارن جي، ميمورنڊم ۾ مخالفت ڪيل آهي.

اجا جائنٽ پارليامينٽري ڪاميٽيءَ جون ميٽنگون هليون پئي، تہ هند سرڪار هڪ انتظامي ڪاميٽي سنڌ جي جدائيءَ بعد، نئين صوبي جي انتظامي مسئلي تي تجويزن ڏيڻ لاءِ سر هيوڊو جي چيئرمنيءَ هيٺ مقرر ڪئي، جنهن تي هيٺيان ميمبر مقرر ڪيا ويا:

(١) سر هيوڊو، چيئرمن.
(٢) خانبهادر محمد ايوب کهڙو.
(٣) سيٺ حاجي عبدالله هارون.
(٤) قاضي عبدالرحمان.
(٥) مسٽر اي. ايل. پرائيس.
(٦) مسٽر مئڪلاڪن.
(٧) مسٽر ڪاولا.
(٨) ديوان بهادر هيرانند کيمسنگ.

انهن ڪاميٽيءَ جي فرائض ۾ سنڌ جي جدا صوبي ۾ انتظام هلائڻ لاءِ تجويزون پيش ڪرڻ، آفيسن ۽ رهائش جي جاين لاءِ بندوبست ڪرڻ ۽ نون عهدن جي قائم ڪرڻ لاءِ سفارشون ڪرڻ ۽ ٻيا اهڙا اهم ڪم داخل هئا. اها ڪاميٽي ١٧- آڪٽوبر ١٩٣٣ع تي، ڪراچيءَ ۾ گڏ ٿي، جنهن وٽ سنڌ آزاد ڪانفرنس جي ورڪنگ ڪميٽيءَ طرفان هڪ ميمورنڊم سيد ميران محمد شاهہ جي سرڪردگيءَ هيٺ ٢- فيبروري ١٩٣٤ع تي پيش ٿيو.

ڊو ڪميٽيءَ، ٦- مارچ ١٩٣٤ع تي، پنهنجي رپورٽ پيش ڪئي، جنهن ۾ سفارش ڪيل هئي تہ هندستان ۾ نون

سڌارن رائج ڪرڻ کان ڪم از ڪم هڪ سال اڳي، سنڌ کي بمبئيءَ کان جدا ڪري، گورنر جي هٿ هيٺ جدا صوبو بنايو وڃي. ان رپورٽ ۾ مختلف ڪاتن جي عملي، ان جي تعداد ۽ سيڪريٽريٽ جي جوڙجڪ بابت سفارشون ڪيل هيون. اها رپورٽ يڪراء لکي ويئي.

وري ۱۹۳۴ع ۾ ساري هندستان ۾ فرقه پرست هندن طرفان سنڌ جي جدائيءَ خلاف هلچل شروع ٿي. ان ڪم لاءِ هڪ خاص آفيس مهاسڀا طرفان انگلنڊ ۾ پرچار ڪرڻ واسطي لنڊن ۾ کولي ويئي. سنڌ جي مسلمانن انهيءَ جي جواب ڏيڻ لاءِ لنڊن ۾ آفيس کولڻ واسطي ڪوشش ڪئي، پر پيسي گڏ نه ٿي سگهڻ ڪري، اها آفيس کولي نه سگهيا. خوش قسمتيءَ سان سر آغا خان ۽ ڊاڪٽر شفاعت احمد خان، جي ان وقت انگلنڊ ۾ هئا، تن ان مخالف پروپئگنڊا جي جواب ڏيڻ جو ذمو کنيو، تنهنڪري اها ڪمي پوري ٿي ويئي.

انهيءَ سال ۾ سيٺ حاجي عبدالله هارون کي هند سرڪار طرفان ڪامن ويلٿ اقتصادي ڪانفرنس اوٽاوا (ڪئناڊا) تي ڊيليگيٽ ڪري موڪليو ويو. اوڏانهن ويندي سيٺ صاحب رستي تي لنڊن ۾ ٿورو وقت ترسيو. جتي هن سنڌ جي جدائيءَ جي جواز ۾ هڪ پمفليٽ ڇپائي، پارليامينٽ جي ميمبرن ۾ ورهايو، ۽ هڪ ٻن ميٽنگن ۾ به انهيءَ مضمون تي تقرير ڪئي.

ساڳئي سال ڪراچيءَ ۾، سر غلام حسين هدايت الله جي صدارت هيٺ، ۲۸ ۽ ۲۹- جولاءِ ۱۹۳۴ع تي، ٽين سنڌ آزاد ڪانفرنس ڪئي ٿي، جنهن ۾ وري به سنڌ جي بمبئيءَ کان جدا صوبي بنائڻ جي گهرج کي دهرايو ويو، مخالف پروپئگنڊا جا جواب ڏنا ويا، ۽ هندو اقليت کي يقين ڏياريو ويو ته سنڌ جي مسلم اڪثريت سندن تعداد جي زور تي ساڻن ڪوبه بي انصافيءَ جو برتاءُ نه ونندي. انهيءَ ڪانفرنس ۾

سر آغا خان جو به شڪريو ادا ڪيو ويو، جنهن جي ڪوشش سان سنڌ جي جدائيءَ جو مسئلو پايه تڪميل تي پهتو هو. ان ڪانفرنس ۾ سر غلام حسين کي ڪانفرنس جو صدر، خانبهادر محمد ايوب کهڙي کي نائب صدر ۽ سيد ميران محمد شاهه کي جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو.

آڪٽوبر ۱۹۳۴ع تي جائنٽ پارليامينٽري ڪميٽيءَ جي رپورٽ شايع ٿي، جنهن ۾ سنڌ جي جدائيءَ لاءِ پارليامينٽ کي سفارش ڪيل هئي. هاڻ سنڌ جي جدائيءَ ۾ ڪوبه شڪ شبهو نه رهيو. پر جڏهن سنڌ آزاد ڪانفرنس جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ کي معلوم ٿيو ته سکر بئراج کي گورنر جي خاص نگرانيءَ هيٺ رکڻ لاءِ جائنٽ پارليامينٽري ڪاميٽيءَ جي سفارش ڪئي هئي، ته ان تي هن سخت احتجاجي ٺهراءُ پاس ڪيو.

سال ۱۹۳۵ع ۾، جائنٽ پارليامينٽري رپورٽ جي سفارش موجب، درست ٿيل بل پارليامينٽ اڳيان پيش ٿيو، جنهن جي فقري ۴۶ موجب سنڌ کي جدا صوبو تسليم ڪيو ويو.

سال جي آخر ۾، اُن بل، پارليامينٽ مان پاس ٿي، ۲-آگسٽ ۱۹۳۵ع تي، بادشاهه سلامت جي صحيح سان، گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ ۱۹۳۵ع جي صورت اختيار ڪئي.

هن ائڪٽ ۾ سنڌ بابت ڪا وڏيڪ ڦير گهير نه ڪيل هئي. ائڪٽ موجب سنڌ جي جدائيءَ لاءِ تاريخ، آرڊر اِن ڪائونسل ذريعي مقرر ڪرڻي هئي. ان لاءِ سنڌ ۾ انتظار رهيو. آخر ۲۳- جنوري ۱۹۳۶ع تي اهو آرڊر اِن ڪائونسل، مسودي جي صورت، ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو، جنهن مطابق ۱- اپريل ۱۹۳۶ع کان سنڌ کي دائمي طرح جدا پرڳڻو تسليم ڪيو ويو.

جيستائين نين چونڊن بعد سنڌ جي آئيني حڪومت وجود ۾ اچي، ان وقت تائين سنڌ لاءِ گورنر مقرر ڪري، سمورين اختيارين ان کي سونپيون ويئون. هن کي ۲۵ چڱن جي

صلاحڪار ڪائونسل ۾ ٻه صلاحڪار ڏنا ويا. ان آرڊر ان ڪائونسل تي پارليامينٽ ۾ گهڻي نڪته چيني ٿي، پر ٻنهي هائوسن ۾ ڪابه ڦيرگهير نه ڪئي.

اهڙيءَ طرح ١٩٠٨ع کان ١٩٣٦ع تائين، اٺاويهن سالن جي جدوجهد بعد، سنڌ بمبئي پريزيڊنسي کان جدا ٿي، علحده صوبو ٿيو. ان جو پهريون گورنر سر لانسليٽ گرهام مقرر ٿيو. سنڌ جي گوشي گوشي ۾، سنڌ جي هن صوبائي حيثيت حاصل ڪرڻ تي جشن ملهايا ويا. هرهنڌ ميٽنگون ٿيون ۽ دعائون گهريون ويون ۽ شڪرانا بجا آندا ويا. الوحيد اخبار ”سنڌ آزاد نمبر“ ڪڍيو. شاعرن خوشيءَ جا گيت ڳايا. گهر گهر خوشيون ٿيون.

سنڌ جو نئون گورنر ١- اپريل ١٩٣٦ع تي بمبئيءَ کان ڪراچيءَ پهتو.

## (١٠٢)

ان وقت ڪنهن کي وهم گمان به نه هو ته هين سالن جي محنت ۽ دردسريءَ سان حاصل ڪيل صوبائي آٽوناميءَ کان سنڌ کي ڪڏهن محروم ٿيڻو پوندو. اڳي سنڌ کي بمبئيءَ کان جدا ڪرڻ جي مخالفت فرقه پرست هندو اڳواڻن ئي ڪئي. هاڻ ان جي آٽونوميءَ جي مخالفت ڪي اسان جا مسلمان ڀائر اسلام ۽ پاڪستان جي نالي ۾ ڪري رهيا آهن. انگريزيءَ جو قول آهي ته ”آزاديءَ جي قيمت دائمي سجاڳي آهي.“ ١٩٣٦ع کان پوءِ ارڙهن سالن جي عرصي ۾ سنڌ جا محب وطن سپوت آها پنهنجي سجاڳي قائم رکي نه سگهيا. سندن وڏن جديد سنڌ جي بحاليءَ ۽ خوشحاليءَ لاءِ جنهن اورچائيءَ ۽ پامرديءَ سان ڪوشش ڪئي، اُن جي بيان مان سنڌ جو اڄوڪو نسل سبق حاصل ڪري سگهي ٿو ۽ وطن دوستيءَ جي انهن تازه چڏيل نشانن تي پنهنجي اڄوڪي جدوجهد جا بنياد رکي، سنڌ جي خود اختيار، باعزت ۽ خوشحال وجود کي ڀيهر قائم ڪرڻ ۽ محفوظ رکڻ لاءِ بي خوف ۽ بااعتماد قدم کڻي سگهي ٿو، ۽ ائين پاڪستان ۽ ان سان گڏ بني نوع انسان جي امن، آزاديءَ ۽ ترقيءَ جي راه ۾ پنهنجي قومي ۽ انساني وجود جي افاديت ثابت ڪري سگهي ٿو.

---

ضميمو

## سنڌ آزاد ڪانفرنس حيدرآباد سنڌ- ١٥- نومبر ١٩٣٢ع

## جناب علامه عبدالله يوسف عليءَ جو صدارتي خطبو

صاحبان هن ڪانفرنس جو صدر چونڊي، منهنجي عزت افزائي جيڪا اوهان ڪئي آهي، تنهن لاءِ ڏاڍو شڪرگذار آهيان. توهان مون کي تمام ٿورو وقت ڏنو آهي ۽ توهان کي خبر آهي ته اڄ ڪله آءٌ هڪڙي ٻئي ضروري ڪم ۾ مشغول آهيان، پر مون سمجهيو ته آءٌ پنهنجي فرض ادائي نه ڪندس، جيڪڏهن مون توهان کي هن ڪم ۾ مدد ڪرڻ کان انڪار ڪيو. آءٌ سمجهان ٿو ته سنڌ کي جدا ڪري، هڪ گورنر جو صوبو بنائڻ اهڙو اهم سوال آهي ۽ اهڙو جلديءَ وارو ڪم آهي، جو ڪوبه ماڻهو جو پاڻ کي ڪيترو به ڪٿي گهٽ سمجهي، ته به پنهنجي لاءِ اها فخر جي ڳالهه سمجهندو ته هن ڪم ۾ پنهنجون سموريون خدمتون اوهان جي اڳيان پيش ڪري. مون کي سنڌ سان دلچسپي رهي آهي ۽ هن صوبي ۾ گهڻا ئي دفعا آيو آهيان. جيڪا ڪوشش اوهين ڪري رهيا آهيو، سا آنهن خيالن جو نتيجو آهي، جي هندستان جي ٻين صوبن ۾ رائج آهن ته هندستان جا صوبا خود مختيار رهڻ گهرجن، ۽ اها ڳالهه پوريءَ طرح سان منظور ٿي ويئي آهي. اها رٿ هندستان جي سرڪار، ملڪ معظم جي برطانيه سرڪار ۽ گول ميز ڪانفرنس ۾ ٻين ڪاميٽين قبول ڪئي آهي، ۽ آنهن ڪاميٽين ڪوشش پئي ڪئي آهي ته ڪا اهڙي پوري تجويز ٺاهجي جا صوبن ۾ عملي طرح ڪم ڪري سگهي، سيني ماڻهن جا حق

۽ واسطا پوريءَ طرح سنڀالي سگهي ۽ ملڪ معظم جي رعيت جي سڀني فرقن جي ضروري گهرجن جي لاءِ پوري سنڀال ڪري سگهجي.

هن ڪانفرنس جي ڪم تي اچان، انهيءَ ڪان اڳ اوهان جي اجازت سان ٻن ڳالهين تي ٻه-ٽي لفظ چوڻ گهران ٿو. هڪ خوشيءَ جي ڳالهه آهي ۽ ٻي رنج جي! ساري هندستان جا مسلمان ۽ سڀئي هندستاني مرحوم سيد امام علي صاحب جي وفات تي رنج ۽ الم ڪن ٿا. مرحوم نه فقط هڪ مشهور هندستاني هو، پر محب وطن به وڏو هو. آءٌ سندس خانگي خواه سياسي زندگيءَ کان پوريءَ طرح واقف هوس. خانگي زندگيءَ ۾ مرحوم پڪو ۽ سچو دوست، وفادار ۽ سخي هو ۽ هميشه انهيءَ ڪوشش ۾ هوندو هو ته انهن ماڻهن کي، جن کي هن جي مدد جي ضرورت هئي، ڳولي ڪڍي. سياسي زندگيءَ ۾ هو صاحب هندستان جي گذريل تواريخ ۾ هڪ وڏي جاءِ والاريو ويٺو هو. هو صاحب لارڊ هارڊنج جي مجلس وزارت ۾، هڪ وڏو وزير هو، ۽ بنگال کي وري ملائي جو هڪ صوبو ڪيو ويو تنهن ۾ دهليءَ کي هندستان جو تخت گاه مقرر ڪرڻ ۾ ۽ بهار جي نئين صوبي ڪيڻ ۾ سندس وڏو هٿ هو. مون کي يقين آهي ته اهڙو ماڻهو جنهن بهار جو نئون صوبو مقرر ڪرايو، سو ضرور اها ڳالهه پسند ڪري ها ته سنڌ بمبئيءَ کان جدا ڪري علحدو صوبو ڪيو وڃي. درحقيقت مون کي خبر آهي ته سنڌ جو جدا ٿيڻ نه فقط هن کي وڻندڙ هو، پر انهيءَ ڳالهه ۾ مرحوم کي بلڪل گهڻي همدردي هئي، ۽ مدد به ڪندو هو. آءٌ هن سان گهڻو ويجهو تڏهن ٿيس، جڏهن آءٌ هز ايڪزالٽيڊ هائينس نظام حيدرآباد دکن جي مجلس وزارت ۾ ساٿس رفيق هوس. سر علي امام جي وفات ڪري، مسلمانن هڪ لائق ۽ زبردست پيشوا وڃايو آهي ۽ هندستان

هڪ عقلمند ۽ سچو محب وطن. هو هميشه پنهنجي قوم جي ڀلائيءَ لاءِ ڪم ڪندو هو، پر انهيءَ سان گڏ هندستان جا فائدا به هميشه نظر ۾ رکندو هو. آءٌ اميد ٿو ڪريان ته توهين مون کي اجازت ڏيندا ته هڪ تعزيت جو پيغام سندس مائٽن کي موڪليان.

خوشيءَ جي ڳالهه اها آهي ته صوبه سرحد جي صوبي کي هڪ گورنر جو صوبو بڻايو ويو آهي. جيڪي مشڪلاتون ۽ اعتراض، جي هاڻي سنڌ جي برخلاف لڳايا وڃن ٿا، سي صوبه سرحد جي برخلاف به لڳايا ويندا هئا. اُئين چيو ويندو هو ته تمام ننڍڙو صوبو آهي؛ مالي حالت سندس اهڙي خراب آهي، جو حڪومت هلائڻ لاءِ پئسو ڪونه ليندو؛ ته سرحد تي هجڻ ڪري اهو خوفناڪ ڪم ٿيندو، جو انهيءَ ملڪ ۾ حڪومت جي واڳ ماڻهن جي هٿ ۾ ڏني وڃي؛ ته آتاهون جا ماڻهو تعليم ۾ ايترو پٺتي پيل آهن، جو حڪومت ٻين سڌريل صوبن وانگر هلائي ڪونه سگهندا؛ ۽ اهڙا ٻيا اعتراض آڻيا ويندا هئا. پر اهي سڀ مشڪلاتون اهڙيءَ طرح سان اڏامي ويون آهن، جو ڄڻ ته ڪنهن جادوگر جادو ڪيو، ۽ نئون صوبو پوريءَ طرح سان نئين نموني جي حڪومت هلائي رهيو آهي. گهڻا ماڻهو جن کي ڏسڻ ۽ ڳالهين جاچڻ جو وجهه ۽ حق آهي، تن جو چوڻ آهي ته صوبه سرحد جي سياسي زندگيءَ ۾ هيئنر نمونوئي ڀيو ۽ بهتريءَ وارو ڏسڻ ۾ پيو اچي. جيڪڏهن ڪنهن به ماڻهوءَ کي اهڙيءَ ڪاميابيءَ تي مبارڪ ملڻ جو حق آهي، ته اهو نواب سر عبدالقيوم آهي، جنهن انهيءَ ڪم ۾ پوريءَ طرح سان ڪوشش ڪئي هئي. هو صاحب هاڻي انهيءَ نئين صوبي جو وزير آهي ۽ پنهنجي صوبي جي خدمت ڪري رهيو آهي. مون کي اجازت ڏيندؤ ته انهيءَ صاحب کي مبارڪباد جو پيغام موڪليان.

جڏهن اسين چئون ٿا تہ سنڌ جو صوبو جدا ٿئي، تڏهن اها ڳالهہ وسارڻ نہ گهرجي تہ سنڌ اڳيئي جدا صوبو آهي؛ ۽ اسان جو مطلب فقط اهو آهي تہ في الحال بمبئيءَ جي هيٺ جو هن صوبي کي نا قدرتيءَ طرح رکيو ويو آهي، تنهن مان کيس آزادي ملڻ گهرجي. سنڌ اهڙيءَ طرح بمبئيءَ جو حصو آهي، جهڙيءَ طرح سان عدن سنڌس حصو هو. عدن جڏهن بمبئيءَ جي هٿ هيٺ هو، تڏهن اتي جي حڪومت هلائڻ ۾ بيشمار تڪليفون هيون. پر عدن بمبئيءَ کان تڏهن آزاد ٿيو، جڏهن بچاءَ وغيره جون وڏيون ڳالهيون پيدا ٿي پيون. پر سنڌ جو سوال تہ انهيءَ کان بہ وڌو سوال آهي. انهيءَ جو واسطو قريب چاليهہ لک بهادر ماڻهن سان آهي ۽ سنڌ جي پکيڙ بہ ٽيونجاهہ هزار چورس ميلن ۾ آهي. هيءَ صوبو سرحدي صوبي کان بہ وڌو آهي. سنڌ لاءِ جدا قاعدا قانون آهن ۽ سنڌ جا روينيو، آبپاشي ۽ عدالتي قانون بلڪل جدا آهن ۽ بمبئي صوبي ۽ بمبئي هاءِ ڪورٽ سان بلڪل واسطو ڪونہ اٿن. سنڌ جي ٻولي پنهنجي آهي ۽ ماڻهن جي دل انهيءَ ٻوليءَ سان گهڻي آهي. جيتوڻيڪ فارسي زبان، جا ماڻهن وٽ ڏاڍي مقبول هئي، ڪڏي چڏي ويئي آهي ۽ مسلمانن جي تهذيب سان انهيءَ ڪري ڏاڍو ظلم ڪيو ويو آهي ۽ مسلمانن جي تعليم کي نقصان پهتو آهي، پر تڏهن بہ سنڌ جا مسلمان انهيءَ ڳالهہ تي ڪمرڪشي ڪئي بيٺا آهن تہ هو تعليم ۾ اڳتي وڌي، هندستان جي وڏيل ۽ سڌريل قومن جي قطار ۾ پنهنجي جاءِ وٺن. جيڪي رڪاوٽون مسلمانن جي تعليم ۾ وڌيون ويون هيون، سي مسٽر نور محمد بي. اي، ايل. ايل. بي، جيڪو بيان هارٽاگ ڪاميٽيءَ جي آڏو ١٩٢٨ع ۾ پيش ڪيو هو، تنهن ۾ پوريءَ طرح سان ڏيکاريون آهن. اهو بيان هڪ رسالي جي صورت ۾ ڇپيل آهي ۽ انهيءَ جو نالو: ”**سنڌي مسلمانن**

جي تعليم پرستيءَ“ رکيل آهي. اِها ڳوڪ جا مسلمانن تي لڳائي ويندي آهي ته هو تعليم ۾ انهيءَ ڪري گهٽ آهن، جو هو قدرتي طرح تعليم جي برخلاف آهن. سا ڳوڪ بار بار ڪشمير ۽ سنڌ بابت ثابت ڪري ڏيکاري ويئي آهي ته ڪوڙي، بي بنياد ۽ ظالمانه آهي. سچ ته ائين آهي ته جڏهن به مسلمانن کي تعليم وٺڻ ۾ سهوليت ملي آهي، ته هنن تعليم پوريءَ طرح پئي ورتي آهي؛ پر جڏهن مسلمانن جي تهذيب ۽ تمدن سمجهڻ نه ڪري، هنن جي راه ۾ تڪليفون وڌيون ويون آهن، تڏهن هنن بئين تعليم کان منهن موڙيو آهي. سڀني کي خبر آهي ته شرطن ۾ ڏوڙڻ مهل جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪنهن بهاني سان ڪجهه وٿي ملي ويندي آهي ۽ ڊوڙ جو مفاصلو وڏو نه هوندو آهي، ته جيڪو ماڻهو پٺ تي رهجي ويندو آهي تنهن لاءِ وري اڳتي وڌي وڃڻ ۽ شرط کٽڻ مشڪل ٿي پوندو آهي، پر وقت اسان جي طرف آهي. اڄ اڳيئي ڏسان پيو ته سنڌ جي مسلمانن ۾ ۽ بين صوبن جي مسلمانن ۾ موجوده تعليم طرف تمام گهڻي سجاڳي آهي ۽ اُميد ٿو ڪريان ته جيڪو پروگرام اوهين پنهنجي لاءِ نه فقط هن تياريءَ جي زماني لاءِ، پر پنهنجي آئينده تواريخ جي سموري وقت لاءِ ٺاهيندؤ، تنهن ۾ تعليمي ترقيءَ کي بلڪل اول ۽ مکيه جاءِ ڏيندا.

گول ميز ڪانفرنس جي جيڪا ننڍي ڪاميٽي ١٢ ۽ ١٣ جنوري ١٩٣١ع جي لنڊن ۾ ويٺي هئي، تنهن ۾ سر غلام حسين هدايت الله نهايت لياقت سان سنڌ جي جدائيءَ لاءِ بحث ۾ حصو ورتو آهي. انهيءَ ڪاميٽيءَ جي ڪارروائيءَ مان اوهان کي معلوم ٿيندو ته اسان جي طرفان سنڌ جي جدائيءَ لاءِ جيڪو بحث ٿيو هو، تنهن ۾ فرقه وار بحث اصل نه هو، ۽ هندو مهاسڀا وارن ئي انهيءَ بحث ۾ وري فرقيوار ڳالهيون آڻيون، پر مسٽر چنتامنيءَ ڏاڍو چڱو چيو ته ”مون کي بلڪل

خوشي آهي تہ سنڌ جي جدا ڪرائڻ وارن هن ڪاميٽيءَ جي اڳ اها پوري خبرداري ڪئي، تہ جڏهن هو پنهنجو بيان ڪن تڏهن هو فقط عام سبب جدائيءَ لاءِ ڏين ۽ هو فرقيوار ڳالهين ۾ بلڪل ڪونہ ويا، ۽ ڏک اٿم تہ ڊاڪٽر مونجي هن سوال ۾ فرقہ وار ڳالهيون ڪئي ڪڍيون آهن.* آءٌ اميد ٿو ڪريان تہ هن ڪانفرنس ۾ بہ اسين هندو دوستن جي ساراهہ لائق ٿينداسين. پر اسان ڪي گهٽ ۾ گهٽ ايترو حق اميد رکڻ جو آهي تہ هو بہ پنهنجي نڪتہ چيني ۽ بحث ڪي فرقيوار ڳالهين کان پري رکندا. تعجب جهڙي ڳالهہ آهي تہ اسان جي هندو دوستن جي حب وطني سنڌ سان انصاف ٿيڻ لاءِ نٿي اڀري. اسان جو اهو پورو ارادو آهي تہ جيتوڻيڪ اسين پنهنجي ماڻهن جي حقن لاءِ جي ۷۶ في سيڪڙي ۾ آهن، پوريءَ طرح سان سنڀال ڪرڻ گهرون ٿا، پر تڏهن بہ جڏهن سنڌ آزاد ٿيندي تڏهن اسين فرقيوار نموني ۾ نہ رهنداسين ۽ جيڪي بہ حق ملندا سي سنڌ جي سڀني باشندن لاءِ هوندا. فرقيوار ڳالهين کي پٺي ڏيئي اسين ڪوشش ڪنداسين تہ سنڌ جي باشندن جي سڀني طبقن ۽ گهٽ تعداد وارين قومن سان پوريءَ طرح سان انصاف ٿئي ۽ سڀني جي حقن جي حفاظت ٿئي.

انهيءَ جي معنيٰ اها نہ آهي تہ سنڌ جي جدائيءَ جي سوال جي چوگرد نمونن نمونن جا ممڪن ۽ ناممڪن شرط وڌا وڃن، جهڙيءَ طرح تازو الهہ آباد جي ميٽنگ ۾ ڪيو ويو آهي. جيڪڏهن سنڌ جي جدائيءَ جي لاءِ اهڙا خاص شرط وڌا وڃن، جي صوبہ سرحد سان يا ٻين صوبن سان نہ لڳايا ويا آهن، تہ پوءِ اٿين ڪونہ چئبو تہ ڪو توهين سنڌ سان انصاف سان هليا آهيو. آءٌ انهن عجيب و غريب شرطن بابت وڌيڪ نہ چوندس، سواءِ انهيءَ ڳالهہ جي تہ انهن مان ڪن شرطن جو سنڌ جي ماڻهن سان بلڪل ڪو واسطو ڪونہ آهي ۽ اهي

فقط انهيءَ ڪري لڳايا ويا آهن ته انهن جي وسيلي پيا سياسي ڪم ڪڍيا وڃن.

هندستان ۾ اسان کي گهڻا ئي تاريخي عجب پيا ڏسڻ ۾ اچن ۽ سنڌ جو بمبئيءَ جي ماتحت رهڻ به انهن مان هڪڙو عجب آهي. سال ١٨٣٠ع ۾ اليگزانڊر برنس جو ارادو ٿيو ته رنجيت سنگهه سان لاهور ۾ ملاقات ڪري. هن کي لاهور پهچڻ لاءِ سنڌ مان ئي سولو رستو هو. انهيءَ وقت جي سنڌ جي حاڪمن انگريزن کي انهيءَ ڪم لاءِ ڪليل اجازت ڏني. ١٨٣٨ع ۾ انگريزي لشڪر کي افغانستان جي ڪاهه تي وڃڻ لاءِ سنڌ مان لنگهڻ جي پوري موڪل ڏني ويئي، جاڪاڻ ته اهڙيءَ طرح سان انگريزي عملدارن ۽ انگريزن جي يوروپي ۽ ديسي لشڪر کي بمبئيءَ جي طرف کان سنڌ مان لنگهڻ جي موڪل ملي ته سر چارلس نيپئر موقعو وٺي سنڌ تي ١٨٤٣ع ۾ قبضو ڪيو. اها ڳالهه چڱيءَ طرح معلوم آهي ته سر چارلس نيپئر ڪنهن به حڪم کان سواءِ اٿين ڪيو هو ۽ پنهنجو قصور قبول ڪيو هئائين.

خيال ته ڪريو ته ڪراچي سنڌ جي لاءِ ڪيترو نه ڪارآمد بندر آهي. هاڻي بمبئيءَ جي ضد ۽ حرص ڪري ڪراچي وڌي نٿي سگهي، ۽ بمبئيءَ جو بندر ڪراچيءَ کي ٿمايو بيٺو آهي. جيڪڏهن ڪراچي بندر کي همدردي ۽ خيال سان وڌايو وڃي ته اتر هندستان جو گهڻو واپار ڪراچيءَ مان لنگهندو. ڪراچيءَ جو شهر عدن کي بمبئيءَ کان ويجهو آهي. انهيءَ ڪري يوروپي ملڪن سان واپار ڪرڻ ۾ ڪراچيءَ کي بمبئيءَ کان وڌيڪ سهوليت آهي. هوائي جهازن جو جيڪو رستو مغرب ۽ مشرق جي وچ ۾ آهي، تنهن تي هي وڏو بندر آهي. وچ ايشيا سان واپار ڪرڻ ۾ ڪراچيءَ کي آئينده گهڻو وجهه آهي. جيڪڏهن بمبئي ڪراچيءَ جي آڏو نه اچي، ته

ايراني مال جو سمورو واپار ڪراچي بندر ۾ ٿيندو، ۽ عراق جي تازي پرپا ڪيل حڪومت ۽ وچ ايشيا جا ملڪ جن ۾ تازگي پيدا ٿي رهي آهي، تن سيني جو واپار به ڪراچي بندر جي معرفت ٿيندو. اهوئي وڏو سبب آهي، جو سنڌ کي وجهه ڏجي ته پنهنجي بندر کي سڌاري پنهنجي مالي حالت سڌاري.

هي جو چوڻ ۾ اچي ٿو ته سنڌ کي بمبئي کان ڌار ڪرڻ ۾ گهڻيون تڪليفون سنڌ جي حڪومت هلائڻ جون آهن، تن جو جواب سر غلام حسين هدايت الله بلڪل عمدي طرح سان ڏيئي ڇڏيو آهي ـــ هن صاحب ڏيکاريو آهي ته اهي تڪليفون انهيءَ ڪري ٿيون آهن، جو سنڌ جدا نه آهي، پر بمبئيءَ جي ماتحت آهي. وقت بوقت وڏن کان وڏن اڪابرن پڻ ڏيکاريو آهي ته سنڌ ۽ بمبئيءَ جي وچ ۾ آمدورفت جو ذريعو اهڙو خراب آهي، جو سنڌ کي موقعو نٿو ملي، جو هوءَ رستا ناهي سگهي يا پيا عام فائدي جا ڪم ڪري سگهي. بمبئي سرڪار جيڪي ڪم سنڌ کان پاڻ پيئي ڪري تن جي لاءِ سنڌ کي پنهنجو حصو پرڻو پيو پوي. بمبئي شهر ۾ جو سمنڊ کي سڪائي زمين پڻ ڪڍي ويئي، تنهن تجويز ۾ گهڻيون مشڪلاتون پيدا ٿيون آهن ۽ انهيءَ ڪم تي گهڻي قدر نڪته چيني ٿي آهي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونه آهي ته بمبئيءَ کي سڌارڻ لاءِ جي تجويزون عمل ۾ پئي آيون آهن، تن بمبئيءَ جي مالي حالت ناس ڪري ڇڏي آهي، ۽ سنڌ بمبئيءَ جي پيتان پڻ گهلجي ويئي آهي ۽ سو به اهڙن ڪمن ۾ جن ۾ سنڌ جو ڪو فائدو ڪونه هو. سکر بئراج، جو سنڌ جي فائدي لاءِ ناهيو ويو آهي، تنهن تي بلڪل گهڻو خرچ ٿيو آهي. اسين اميد ٿا ڪريون ته انهيءَ ڪمان جيڪو فائدو ٿيندو، سو خرچ مطابق ٿيندو، پر جيڪو خرچ بئراج تي ٿيو آهي، سو هڪ قسم جي ڌاڙوت آهي ۽ جڏهن بئراج جي ڪمن مان

آمدني اچڻ شروع ٿي، ته سنڌ جي آمدني اڄڪلهه کان وڌيڪ بهتر ٿيندي.

هاڻي آءٌ مالي سوال تي اچان ٿو ۽ اهو چوڻ گهران ٿو ته مالي ڪمن جو سلسلو هميشه سياسي ڳالهين سان ڳنڍيل آهي، پر گهڻا ماڻهو اها ڳالهه چڱيءَ طرح نٿا سمجهن. مون کي هند سرڪار ۾ اهڙن مشهور مالي وزيرن جهڙوڪ سر ايڊورڊ بيڪر، سر ڪاءِ فليٽ ووڊ ولسن ۽ سر جيمس ميسٽن هيٺ هندستان جي مالي محڪمي ۾ مالي ڪمن جي تعليم ملي هئي. مالي محڪمي جو اهو اصول آهي ۽ سيني مالي ڪمن ۾ اهوئي اصول رکڻ گهرجي ته مالي ماهرن کي گهرجي ته هرهڪ ڪم جي لاءِ پوري جاچ ڪن ۽ هرهڪ رٿ جا ٻئي پاسا کولي، جانچي، انهن حاڪمن جي سامهون رکن، جن کي ڪنهن به رٿ تي فيصلو ڪرڻو آهي. جڏهن ائين ڪبو تڏهن ئي ڪا صحيح راءِ مٿيان حاڪم قائم ڪري سگهندا. صحيح راءِ گهڻن خيالن تي بنا رکي ٿي. انهن مان مالي حالت به هڪ خيال آهي. حالانڪ مالي خيال به ضروري خيال آهي، پر جڏهن سياسي نقطي کان ڪو فيصلو ڪيو ويندو آهي ته پوءِ مالي ماهرن لاءِ لازم آهي ته اهڙا رستا کولي ڪڍن، جنهنڪري مالي مشڪلاتون نڪري وڃن، ۽ تخفيف جا رستا ۽ آمدني وڌائڻ جا رستا اهڙا ڪڍي ٻڌائين، جو جيڪا رٿ قائم ٿيڻي آهي سا پوريءَ هوشياريءَ سان عمل ۾ اچي سگهي.

جيڪڏهن اهي مٿيان صحيح اصول اوهين پنهنجي اکيان نه رکندا، ته مالي معاملا پروڙڻ لاءِ هڪ اوزار ٿيو پون ـ ۽ پوءِ مالي انگ جهيڙن جهٽن ۽ بحث مباحثي جي راند روپ لاءِ ڪارآمد شيءِ ٿيو پون. اوهان اهو انگريزي پهاڪو ٻڌو آهي ته ”انگ اکر ڪابه ڳالهه ثابت ڪري سگهن ٿا“، ذهن ۾ اچي ٿو ته سنڌ جو سوال پارٽي بازيءَ جي ڪم لاءِ

استعمال پيو ڪيو وڃي. جيڪڏهن اوهين گذشته تاريخ تي غور ڪندا، ته اوهان کي ڏسڻ ۾ ايندو ته انڊين نئشنل ڪانگريس گذريل موقعن تي سنڌ جي جدا ٿيڻ لاءِ زور سان مدد ڪئي آهي. سال ١٩٢٧ع واري ڪانگريس ٺهراءُ بحال ڪيو هو ته هندستان جي صوبن جو جوڙجڪ وري نئين سر ٿاهيو وڃي ۽ خاص طرح سان ٺهراءُ ڪيائين ته ”هن ڪانگريس جي راءِ آهي ته صوبن جي وري جوڙجڪ جي ڪم جي شروعات سنڌ کي بمبئيءَ کان علحده ڪري، نئين صوبي ٺاهڻ سان ڪئي وڃي.“ پر جيڪي چڱا ڪانگريسي آهن، سي ٿي هاڻي سنڌ جي علحدگيءَ جي نڪته چيني ڪن ٿا. هنن پنهنجو رخ هاڻي ڇو بدلايو آهي؟ اهو مهاسڀا جي فرقه وار روش، جنهن کي مسٽر چنتامني گول ميز ڪانفرنس ۾ نِنديو هو، ڪري ٿيو آهي؟ اهو انهيءَ ڪري ٿيو آهي ڇا ته هنن کي ڊپ آهي ته خودغرضانه مطلب هو وڌيڪ حاصل ڪري نه سگهندا؟ جيڪڏهن هن ڳالهه تي غور ڪندا ته اوهان کي معلوم ٿيندو ته مخالفت مالي مشڪلاتن ڪري نٿي ڪئي وڃي، پر بغض ۽ خودغرضيءَ جي ڪري ڪئي پيئي وڃي.

چيو ٿو وڃي ته سنڌ جي صوبي ۾ گهوٽ آهي. موجوده حالتن ۾ اهو برابر سچ آهي. جن جن ملڪن ۾ سڌارا نه ٿيا آهن، تن سڀني ۾ گهوٽ ٿيندي آهي، پر اٺ سڌريل صوبن کان سواءِ ٻين سڌريل صوبن ۾ به گهوٽ آهي. گذريل سال بمبئي صوبي ۾ به ڏيڍ ڪروڙ رپين جي گهوٽ هئي. سر غلام حسين هدايت الله تمام سهڻو سوال پڇيو هو ته اهڙي گهوٽ واري حالت ۾ بمبئي جوٺي گهري ته سنڌ وٽس رهي ۽ ڇو اهو نٿي گهري ته سنڌ جهڙو گهوٽ وارو صوبو انهيءَ کان ڇني ڌار ڪري ڪيئن نجات ڏجي! انهيءَ جو سچو جواب انهيءَ ۾ آهي ته بمبئي کي اميدون آسرا آهن ته اڳتي هلي سنڌ مان

اپت ۾ آمدني ٿيندي. سنڌ ۾ سکر بئراج آهي، جنهن تي اڃا تائين ته فقط خرچ ئي خرچ پئي ٿيو آهي، پر جنهن مان وڏين آمدنين ٿيڻ جي اميد آهي، پوءِ ڪئي آهي اميدون ڪٿيندڙن جي دل مطابق سيئي پوريون نه ٿين.

گذريل سال واري گول ميز ڪانفرنس تي سنڌ جي جدائيءَ بابت پيش ڪيل دليلن اهڙو ته اثر ڪيو، جو سنڌ جي جدائيءَ جو معاملو اصولاً گول ميز ڪانفرنس قبول ڪيو. فقط شرط اهو وڌو ويو ته مالي حالت تي غور ڪرڻ ۾ اچي. انهيءَ ڪانفرنس جي ڇپيل ڪارروائيءَ مان اوهان کي معلوم ٿيندو ته لارڊ ريڊنگ جهڙي تجربيڪار عملدار سر غلام حسين هدايت الله کي چيو ته "اوهان سنڌ جي جدائيءَ لاءِ تمام سهڻو ۽ پورو بحث ورتو آهي." جڏهن مالي حالت تي غور ڪرڻ لڳا، ته معلوم ٿيو ته ڪانفرنس وٽ پرسوسي جهڙا انگ اکر موجود ڪونه هئا. بحث مباحثي ۾ ايتري قدر بدمزگي پيدا ٿي پئي هئي، جو سنڌ جي مالي حالت تي سنو ۽ سهڻو بحث ٿي ڪونه ٿي سگهيو. ڪانفرنس ۾ جيڪي صاحب موجود هئا، تن مان ڪوبه صحيح طور ٻڌائي نٿي سگهيو ته سنڌ ۾ کوٽ ڪيتري ٿيندي. جيڪي انگ اکر اول بمبئي سرڪار ڏنا هئا، تن مان کوٽ ٢٤ لک ٿي نڪتي. پروفيسر چبلاڻي، جنهن سنڌ جي جدائيءَ جي مخالفت خوب ڪئي آهي، تنهن وري پنهنجا انگ اکر ڪڍيا هئا، جن جي ڇڪاس سرڪار اڃا ڪانه ڪئي هئي، پر هن کوٽ وڌائي ٦٤ لک ڪري ڏيکاري. مالي انگ اکر اهڙي شئي آهن، جن ۾ ڪڏهن به غلطي ٿيڻ نه گهرجي، پر تڏهن به هي گوڙ جيڪو سنڌ جي مالي حالت بابت ٿيو آهي، تنهن مان صاف ثابت آهي ته سنڌ جي مالي حالت جاچڻ ۾ پوري خبرداري نه ڪئي ويئي آهي ۽ نه انهيءَ ڪم ۾ ڪا مدد ڏني ويئي آهي.

انهيءَ سبب ڪري گذريل سال واري گول ميز ڪانفرنس فيصلو ڪيو ته سنڌ جي مالي حالت تي وڌيڪ غور ڪيو وڃي، پر انهيءَ سان گڏ اصول طرح سنڌ جو جدا ٿيڻ قبول ڪيو ويو. انهيءَ ڪري سنڌ جي مالي حالت جاچڻ لاءِ هڪ ڪاميٽي مسٽر مائلس ارونگ جي صدارت هيٺ برپا ڪئي ويئي، جنهن پنهنجي رپورٽ سيپٽمبر ١٩٣١ع ۾ پڌري ڪئي. انهيءَ ڪاميٽيءَ انگن اکرن جي جاچ ڪئي ۽ سنڌ جي جدائيءَ جي موافقن ۽ مخالفن جون ڳالهيون ٻڌيون. انهيءَ ڪاميٽي پنهنجي راءِ ڏني ته سنڌ ۾ شروع ۾ هڪ ڪروڙ ساڍن ڏهن لکن رپين جي کوٽ ٿيندي. انهيءَ کان پوءِ وري هڪ ٻي ڪاميٽي مقرر ٿي، جنهن جو صدر آنربل مسٽر برين هو، ۽ اها ڪاميٽي هن سال جي شروع ۾ ويٺي. اها ڪاميٽي انهيءَ سبب لاءِ ويٺي ته جيڪا کوٽ اڳينءَ ڪاميٽيءَ ڏيکاري هئي، تنهن جي ڪهڙيءَ طرح سان پورائي ڪجي. انهيءَ ڪاميٽيءَ جي رپورٽ اوهان جي سامهون آهي. انهيءَ ڪاميٽيءَ سيني ماڻهن جي راين جا خيال رکي، پنهنجي رپورٽ ڪڍي، جنهن ۾ ڏيکاريل آهي ته اوائلي کوٽ ساڍا اٺهٺ لک ۽ سنڌ جي جدائيءَ جي حالت ۾ ٻارهن لک وڌيڪ خرچ ٿيندو، يعني ڪل ساڍا اسي لک کوٽ ٿيندي. اها رپورٽ اهو به ڏيکاري ٿي ته سال ١٩٣٩-٤٠ع ۾ کوٽ گهٽجڻ شروع ٿيندي ۽ سال ١٩٤٤-٤٥ع ۾ کوٽ ته بلڪل نڪري ويندي پر پوٽا پنج لک بچت ٿيندي. پوءِ بچت وڌندي ويندي، تان جو سال ١٩٦١-٦٢ع ۾ بچت ٨٩٠ لک ٿيندي. انهيءَ رپورٽ سان گڏ خانبهادر محمد ايوب کهڙي پنهنجي رپورٽ شايع ڪرائي آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته کوٽ درحقيقت ڇهه لک ٿيندي ۽ آمدني وڌائڻ جا نوان رستا ڏيکاري ثابت ڪيو اٿس ته بچت ويهه لک ڪن ٿيندي، جن مان ماڻهن جي عام فائدي جي ڪمن جي مدد ٿي سگهندي، انهيءَ جي برخلاف

پروفيسر چبلاڻي ۽ سندس هندو دوستن وري پنهنجي رپورٽ ڪڍي آهي، جنهن ۾ هنن وري ڪوٽ مسٽر برين يا خانبهادر کهڙي جي انگن اکرن کان ٻه وڌيڪ ڏيکاريل آهي.

مٿين ڪاغذن کان سواءِ پيا ٻه گهڻا رسالا آهن. سيٺ حاجي عبدالله هارون صاحب ايم. ايل. اي، خانبهادر محمد ايوب کهڙو ايم. ايل. سي. ۽ سيد ميران محمد شاهه ايم. ايل. سي. ٻه سنڌ جي جدائيءَ جي معاملي تي گهڻو لکيو آهي. جيڪا بمبئي ڪائونسل طرفان سائمن ڪميشن ڪاميٽي ١٩٢٩ع واري ويٺي هئي، تنهن لاءِ سيد ميران محمد شاهه ايم. ايل. سي. هڪ قيمتي نوٽ لکيو هو. وري پروفيسر چبلاڻيءَ جو رد جواب آهي. انهن سڀني ڪاغذ پٽن جو جيڪڏهن پوريءَ طرح سان مطالعو ڪبو، ته صاف معلوم ٿيندو ته مالي ڳالهين تي ضد ڪرڻ مناسب نه آهي، پر جيڪڏهن سنڌ جدا ڪيو ويو ته ڪفايت سان هلي پنهنجا آمدني جا ذريعا وڌائيندو ۽ خرچ پوريءَ طرح سان هلائيندو ۽ ٿورن سالن ۾ هڪڙو باعزت صوبو ٿي پنهنجن پيرن تي پاڻيهي بيهندو.

جنهن نتيجي تي آءٌ پهتو آهيان، سو ضرور انهن صاحبن کي، جي سنڌ کي جدا صوبو ناهڻ لاءِ مٿا هڻن ٿا، همت ڏياريندو. هڪ ڳالهه جنهن مونجهارو ڪيو آهي، سا هيءَ آهي ته اها خبر ڪانه ٿي پوي ته جيڪو خرچ بمبئي سرڪار پٽي ڪيو آهي، تنهن مان ڪيترو هند سرڪار کي پاڻ تي کڻڻ گهرجي ۽ ڪيترو بمبئي سرڪار کي کڻڻ گهرجي. انهيءَ لاءِ سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح انهيءَ جو فائدو خاص بمبئيءَ کي مليو آهي، ۽ باقي ڪيترو خرچ سنڌ تي رکڻ گهرجي. اڄ ڏينهن تائين سنڌ جو خرچ ۽ سنڌ جي آمدنيءَ جا انگ اکر جدا نه رکيا ويا آهن. مثال طور بمبئيءَ جي واڌاري لاءِ يا دکن جي زراعتي سڌارن لاءِ جيڪي خرچ پٽي ٿيا آهن، سي

وچ جي موڙيءَ مان پئي نڪتا آهن جنهن ۾ سنڌ جا پئسا هئا، پر آهو خرچ سنڌ جي فائدي لاءِ نہ هو.

سکر بئراج جنهن کي هزايڪسلنسي وائسراءِ کوليو آهي، تنهن مان بہ پوري عرصي ۾ آبپاشيءَ جي ڪري فائدو ملڻ شروع ٿي ويندو. جڏهن سکر بئراج پوريءَ طرح سان وهيو، تڏهن گهڻي زمين آباديءَ هيٺ ايندي، آدمشماري وڌندي، ريلواين جي اپت وڌندي، جنهن مان هند سرڪار جي آمدني وڌندي. ڪراچي بندر جا محصول وڏيڪ انداز ۾ اڳڙندا ۽ انهيءَ ڪري بہ هند سرڪار کي ڪراچي بندر جي محصول مان آپت وڌيڪ ٿيندي. سنڌ صوبي جي حڪومت کي ماڻهن جي خوشحاليءَ مان زياده آمدني ٿيندي. شايد ائين ٿيندو تہ برين ڪاميٽيءَ جي اميدن کان بہ وڌيڪ حالتون بهتر ٿينديون. جيڪو بہ سڌارو سنڌ ۾ ٿيندو، تنهن مان سنڌ جي مالي حالت (اڄڪلهہ غير همدردانہ نموني کان ڇٽي) ڏينهون ڏينهن وڌيڪ صفا ٿيندي ويندي. هيءَ آپت جو اهڙو ذريعو نہ آهي، جو حساب وانگر انگن اکرن ۾ ڏيکاري سگهجي. پر تڏهن بہ اهڙو نہ آهي جنهن کي نظرانداز ڪري سگهجي ٿو.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ آهي ڇا تہ هڪ اهڙو صوبو، جنهن سيٺ هرچند راءِ وشنداس يا مرحوم مسٽر پرگڙيءَ جهڙا پيشوا پيدا ڪيا آهن يا جنهن مسٽر محمد علي جناح يا سر غلام حسين هدايت الله جهڙا رهبر پيدا ڪيا آهن، يا جنهن ۾ اهڙا صاحب جهڙوڪ سر شاهنواز ڀٽو يا مسٽر جمشيد ميهتا، خانبهادر کهڙو يا سيد ميران محمد شاهہ، حاجي عبدالله هارون يا مسٽر نور محمد آهن، سو صوبو هندستان جي ٻئين جوڙجڪ ۾ ٻين صوبن سان چڱيءَ طرح کلهوکلهي ۾ ڏيئي هلي نہ سگهندو؟ اسان ڏٺو آهي تہ بمبئي سرڪار جي هٿ هيٺ سنڌ کي منهن مٿي ڪرڻ جو موقعو پوريءَ طرح ڪونہ مليو آهي. مون کي يقين آهي

ته سنڌ کي علحده صوبي هجڻ جو درجو ضرور جلدي ملندو، ڇاڪاڻ ته سنڌ ۾ هاڻي چوطرف عجيب سجاڳي پيدا ٿي ويئي آهي.

هاڻي مختصر طرح وري اهي ڳالهيون بيان ڪندس، جن تي اسان غور پئي ڪيو آهي. حدن جي ڪري، ٻوليءَ جي ڪري، تهذيب ۽ تمدن ڪري ۽ حڪومت جي سهوليت جي ڪري سنڌ اڳيئي جدا صوبو آهي. سنڌ جي ماڻهن جو تمام وڏو حصو گهري ٿو ته هندستان جي ٻين صوبن وانگر سنڌ به هڪ جدا گورنر جو صوبو ٿئي. انهيءَ جي مخالفت فقط ڪي خود غرض طبقا ڪن ٿا. ٻين صوبن وانگر هن صوبي ۾ به ننڍين تعداد وارين قومن جي منيال ٿي سگهي ٿي: ڪراچي بندر کي وڌائڻ جو ڪم رستن ۽ ريلواين کي سڌارڻ ۽ وڌائڻ جو ڪم، سکر بئراج هيٺ زراعت جو ڪم سنڌ جي ماڻهن جي ئي هٿن ۾ رهڻ گهرجي، ۽ نه ڌارين ماڻهن جي هٿ هيٺ جن مان گذريل زماني ۾ سنڌ کي نقصان پئي پهتو آهي. مالي حالت تي مسٽر مائيلس ارونگ ڪاميٽيءَ جي ماهر ميمبرن غور ڪري حقيقت ٻڌائي آهي ۽ مسٽر برڊن واريءَ ڪاميٽيءَ تجويزون ڏيکاريون آهن ته ڪهڙيءَ طرح سان مالي مشڪلات کي منهن ڏبو. ڪٿي سمجهو ته جيڪو شروع ۾ خرچ سنڌ جي جدائيءَ تي ٿيندو، سو ڪنهن ڪنوار کي ڪٿي ڏاج ڏجي ٿو، پر جيڪڏهن ڪنوار کي پرائي ڏيءَ ڪري ليکجڻ ۾ ايندو ته ڪنوار کي به ايتري غيرت ضرور ايندي، جو ڪوشش ڪري ٿورن ورهين ۾ پنهنجا قرض لاهي ڇڏي. اصوليءَ طرح گذريل گول ميز ڪانفرنس سنڌ جي جدائيءَ جو فيصلو ڪيو آهي ۽ هاڻي جڏهن مالي حالت جي به چڪاس ٿي ويئي آهي، تڏهن طلب ٿا ڪريون ته گول ميز ڪانفرنس، جا هاڻي ويٺي آهي، تنهن کي سنڌ جو فيصلو صوبي سرحد وانگر يڪدم

صاف صاف ڪرڻ گهرجي.

آخر ۾ ڪانفرنس جو ڪم شروع ڪندي آءٌ اوهان کي يقين ٿو ڏيان تہ جيڪو ڪم اينڊڙ پنن ڏينهن ۾ اسان جي آڏو آهي، نہ رڳو تنهن ۾ پر آئينده سڀني موقعن تي جڏهن اوهان کي منهنجي مدد جي ضرورت هوندي، منهنجي خدمت اوهان لاءِ هميشہ خاص رهندي.

## سنڌ آزاد ڪانفرنس جا ٺهراءَ

(١) هيءَ ڪانفرنس صدر صاحب کي اختياري ٿي ڏئي تہ سر علي امام جي پٺ ماندن کي مرحوم جي انتقال تي تعزيت جو پيغام موڪلي.

(٢) هيءَ ڪانفرنس صدر صاحب کي اختياري ٿي ڏئي تہ آنربل سر عبدالقيوم کي مبارڪبادي جو پيغام ڪانفرنس جي طرفان موڪلي، جو صوبي سرحد جي ماڻهن جي ڪوشش سان کين ذميوار حڪومت مِلي آهي.

(٣) جنهن صورت ۾ گول ميز ڪانفرنس ۽ حڪومت برطانيہ، سنڌ جو جدا ٿيڻ اصولي طرح قبول ڪيو آهي، انهيءَ شرط سان تہ سنڌ جي مالي حالت تي وڌيڪ غور ڪيو وڃي، تنهن صورت ۾ هيءَ ڪانفرنس زوردار اصرار ٿي ڪري تہ پين صوبن وانگر سنڌ کي ترت هڪ علحده گورنر جو صوبو قائم ڪيو وڃي.

هن سوال جي مالي حالت بابت هن ڪانفرنس جو پورو غور ڪيل خيال آهي تہ سنڌ کي پورو حق آهي تہ هو طلب ڪري تہ:

(الف) جنهن صورت ۾ موجوده سڌارن کان اڳ جيڪو قرض آبپاشي ڪمن لاءِ (جن مان فائدي جي صورت ڪانہ هئي) کنيو ويو آهي، تنهن جو وياج سنڌ تي وجهڻ نہ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ سموري قرض وارا پئسا سنڌ کان ٻاهر بمبئي

علائقي جي ٻين ڀاڱن ۾ خرچ ڪيا ويا هئا.

(ب) جنهن صورت ۾ سنڌ ۾ في الحال کوٽ آهي، تنهنڪري سنڌ کي اجازت ڏني وڃي ته صوبي سنڌ ۾ جيڪا انڪم ٽيڪس اڳاڙڻ ۾ اچي، سا سنڌ ۾ ئي رهي — جهڙيءَ طرح پرسي ڪاميٽيءَ سفارش ڪئي آهي ته آسام، بهار ۽ اوڙيسا جي صوبن کي انهن صوبن جي انڪم ٽيڪس جي وصولي ملي. پر جيڪڏهن اها ڳالهه منظور نه ٿئي، ته هند سرڪار انهيءَ جي بجاءِ ڪو ٻيو مناسب رستو، جيڪو ڪيس مالي حالت جي جوڙجڪ ڪرڻ جو پسند اچي، سو اختيار ڪري.

(ت) ته سنڌ جي صوبي کي موقعو ڏنو وڃي ته آمدنيءَ جا نوان ذريعا کولي ڪيدي ۽ مناسب تخفيف ڪري، ڇاڪاڻ ته هاڻي سنڌ جي حڪومت تي آدمشماريءَ پٽاندڙ جيڪو خرچ ٿي رهيو آهي، سو هندستان جي ٻين سڀني صوبن کان وڌيڪ آهي.

تحريڪ ڪندڙ — خانبهادر محمد ايوب کهڙو، ايم. ايل. سي.

تائيد ڪندڙ — سيد ميران محمد شاهه، بي. اي، ايل ايل. بي، ايم. ايل. سي.

مسٽر نور محمد، بي. اي، ايل ايل. بي.

خانبهادر ولي محمد حسنعلي، بي. اي، ايل ايل. بي.

مسٽر مير محمد بلوچ، ايم. ايل. سي.

(۴) هيءَ ٺهراءُ تار رستي وزيراعظم، وزير هند، هزهائينس سر آغا خان ۽ هزايڪسلنسي وائسراءِ کي ۽ اخبارن ۾ ٻين مکيه ماڻهن کي موڪليو وڃي.

محرڪ — مير بنده علي خان، ايم. ايل. سي.

مويد — خانبهادر غلام نبي شاهه، ايم. ايل. سي.

(۵) ڏينهن جمعو، تاريخ ۲ ڊسمبر ۱۹۳۲ع سنڌ آزاد ڏينهن ڪري ملهايو وڃي، ۽ صدر صاحب، خانبهادر محمد ايوب

کهڙي ۽ صدر صاحب استقباليہ ڪاميٽيءَ جون تقريرون وڏي تعداد ۾ تعلقي لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽن ۽ ٻين مکيہ ماڻهن کي موڪليون وڃن، تہ اهي تقريرون هرهڪ تعلقي جي مکيہ ڳوٺن جي مسجدن ۾ پڙهيون وڃن، ۽ ماڻهن کي صلاح ڏني وڃي تہ سنڌ آزاد جماعتون هرهڪ هنڌ ناهين ۽ سنڌ کي يڪدم جدا ڪرائڻ لاءِ پروپيگنڊا ڪندا رهن.

محرڪ – مسٽر ميران محمد شاهہ.

مويد – مسٽر نور محمد.

(٦) هيءَ ڪانفرنس سنڌ جي مسلمانن جي طرفان سنڌ جي هندن کي يقين ٿي ڏياري تہ هو سنڌي هندن کي ڀائرن وانگر ڪري ليکيندا رهندا ۽ هميشه انهن سان برادرانہ سلوڪ ڪندا رهندا. هيءَ ڪانفرنس وڌيڪ اهو اعلان ٿي ڪري تہ جيڪڏهن سنڌ جدا صوبو ٿيو تہ اهي برادرانہ لڳ لاڳاپا وڌيڪ مضبوط ٿيندا ۽ هندن جا حق محفوظ رکيا ويندا. هن ڪانفرنس کي اميد آهي تہ سنڌ جا هندو هن ڪانفرنس جي انهن خيالن کي پسند ڪندا ۽ مسلمانن سان انهيءَ ڪم ۾ مددگار ٿيندا تہ سنڌ ۾ جيڪي مختلف قومون رهن ٿيون تن ۾ وڌيڪ مٺ محبت پيدا ٿئي.

هيءَ ڪانفرنس سنڌ جي هارين ۽ مزورن کي بہ خاطري ٿي ڏئي تہ انهن جا حق ۽ نمايندگي پوريءَ طرح سان محفوظ رکي ويندي.

محرڪ – پير غلام مجدد صاحب.

مويد – مولوي محمد معاذ صاحب.

(٧) هن ڪانفرنس جي هڪ ڪارڪن جماعت وري نئين سر مقرر ڪجي ٿي، ۽ انهيءَ جا هيٺيان عملدار ۽ ميمبر رهندا ــــ اها ڪاميٽي ٻارهن مهينن لاءِ آهي:

سر شاهنواز ڀٽو، پريزيڊنٽ.

مسٽر ايم. اي. کهڙو، وائيس پريزيڊنٽ.
سيد محمد ڪامل شاهه صاحب، شرح.
مسٽر ميران محمد شاهه صاحب، جنرل سيڪريٽري.
مسٽر نور محمد صاحب وڪيل، جائنٽ سيڪريٽري.
شيخ عبدالمجيد صاحب، شرح.
سيٺ حاجي عبدالله هارون صاحب، خزانچي.

## ميمبر ڪراچي شهر

۱- مسٽر غلام علي چاگلا
۲- خانبهادر ولي محمد
۳- حڪيم ميان فتح محمد
۴- مسٽر حاتم اي. علوي
۵- قاضي ميان عبدالرحمان
۶- مسٽر حاتم طيب علي
۷- مسٽر مير محمد بلوچ، ايم. ايل. سي.

## ڪراچي ضلعو

۸- مسٽر محمد عثمان سومرو
۹- پير ميان غلام حيدر شاهه صاحب، ايم. ايل. سي.
۱۰- سيد حاجي عبدالرحيم شاهه صاحب

## حيدرآباد ضلعو

۱۱- پير آقا غلام مجدد صاحب
۱۲- مير بنده علي خان ايم. ايل. سي.
۱۳- پير ميان بقادار شاهه صاحب
۱۴- مخدوم ميان غلام حيدر صاحب

## ٿرپارڪر ضلعو

۱۵- خانبهادر سيد غلام نبي شاهه
۱۶- خانبهادر مير الهداد خان

## نوابشاهه ضلعو

١٧- رئيس نجرالدين
١٨- مسٽر محمد اعظم
١٩- مسٽر مرزا فرخ بيگ

## سکر ضلعو

٢٠- خانبهادر الهه بخش
٢١- خانبهادر جان محمد پٺاڻ
٢٢- مسٽر رحيم بخش خانبهادر پير بخش ايل. ايل. بي.
٢٣- مسٽر علي محمد راشدي

## لاڙڪاڻو ضلعو

٢٤- وڏيرو ميان نبي بخش خان ڀٽو
٢٥- خانبهادر علي حسن هڪڙو
٢٦- قاضي ميان فضل الله بي. اي. ايل. ايل. بي.
٢٧- وڏيرو فقير محمد خان انڙ

## دادو ضلعو

٢٨- سيد غلام مرتضيٰ شاهه صاحب
٢٩- ميان محمد اسماعيل مهيسر

## جيڪب آباد ضلعو

٣٠- خانبهادر شير محمد خان بجاراڻي
٣١- خانبهادر چاڪر خان

محرڪ — مسٽر محمد هاشم گذدر
موئيد — ميان علي محمد راشدي
بڪراء منظور. *

(٨) جيڪي بيش بها خدمتون جناب پير آقا غلام مجدد صاحب صدر استقباليه ڪاميٽي ۽ سيد ميان ميران محمد شاهه صاحب جنرل سيڪريٽري ۽ هن ڪانفرنس کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ ڪيون آهن ۽ گهڻي تڪليف ورتي آهي، تنهن لاءِ هي ڪانفرنس شڪريو ادا ڪري ٿي.

محرڪ — مسٽر نور محمد صاحب وڪيل
مويد — مير بنده علي خان ايم. ايل. سي.

(٩) جيڪا تڪليف صدر صاحب علامه عبدالله يوسف علي صاحب هن ڪانفرنس جي ڪم هلائڻ لاءِ ورتي آهي ۽ جيڪو پنهنجو قيمتي وقت انهيءَ ڪم لاءِ ڏنو اٿس، تنهن لاءِ هيءَ ڪانفرنس سندس نهايت شڪرگذار آهي.

محرڪ — سيٺ غلام علي صاحب چاگلا
مويد — مسٽر حاتم علوي صاحب

---

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا

ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيءِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ چڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ چڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم ـ گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻپڙهيل ماڻهن جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻپڙهن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي پنهنجو حق، فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ ڪان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪي جو بيجل بوليو)